# هائوسنگ سوسائٽي

قرت العين حيدر / منصور ٻرڙو

ورهاڱي جي پس منظر ۾ لکيل ناول، جنهن ۾ ورهاڱي جي ڪجهه تصوير پيش ٿيل آهي، ته ڪيئن ماڻهن ڪوڙ ڳالهائي ڪوڙا ڪليم داخل ڪري هتي مال ملڪيون ورتيون، ڪيئن اتي جا اصل سکيا ستابا ماڻهو پنهنجي حقن وڃڻ کان محروم ٿي ويا.

**ٻه گهراڻن جو تصو جيڪي 1947ع ۾ هندوستان کان لڏي آيا هئا**

جنوريءَ جي برف جهڙي ٿڌي صبح جو ڪوهيڙو وڻن تان لهڻ لڳو ۽ پري گومتي نديءَ جي ٻئي پر ۽ واديءَ جي پڻن جي اوٽ مان سج نڪرڻ لڳو هو ۽ نديءَ ڪناري وڪريل ڪوڏ چمڪڻ لڳا هئا. شيرو بورچي رڌڻي جي آڏو زمين تي پلٿي ماري چرين کي صاف ڪري تختي تي رکي رهيو هو ۽ سيءَ کي گهٽائڻ لاءِ ڳانو ڳائڻ ۾ مصروف هو.

"اباڙي ايڏو سيءُ!" پرشاد، نوڪرن واري ڪوٺيءَ مان نڪرندي چيو.

"اڄ ته ڏينهن به اڌ رات وانگر پيو لڳي." شيروءَ جواب ڏنو ۽ وري چريون چمڪائڻ ۾ لڳي ويو.

ايتري ۾ ٻه پاڇا ظاهر ٿيا. ڌنڌلي فضا ۾ سج جي ڪرڻن جو هڪ رستو ٻڌجي چڪو هو. جيڪو شيروءَ جي مٿي تي اچي پئي ختم ٿيو. ڪرڻن جي پڪڙ ۾ اڪيون مهنڊيندي هن ايندڙن کي سڃاتو.

"سلاماليڪم!" ايندڙ همراهه پرشاد کي مخاطب ٿيندي چيو، "سوير سوير ڪاڏي جو سامان آندو آهي."

سيد مظهر علي هڪ ڪرميءَ سان گڏ، جنهن جي مٿي تي هڪ ٽوڪرو رکيل هو. اڳتي وڌيو ۽ تازن ميون جون ٽاريون به هن پنهنجن هٿن ۾ کنيون هيون.

پرشاد ڪلهي تي انگوڇو رکي وڏو چڪر ڪاٽي ميم صاحب جي ڪيمپ تي پهتو ۽ ٻاهران سڏ ڪيائين.

"حجور! ڪي ماڻهو تازيون

پاڇيون ۽ ميوا کڻي آيا آهن."
"واپس ڪري ڇڏ." اندران آواز آيو.
ڪجهه منٽن ڪانپوءِ پرشاد وري سڏ ڪيو، "ميم صاحب پيو ڪو حڪم."
"نيڪ آ، نيڪ آ، ڪين منهنجا سلام ڏي."
پرشاد واپس اچي ميم صاحب جا لفظ ورجايا.
"نيڪ آ." سيد مظهر علي وڏيڪ زور ڪونہ پريو ۽ ڪنڌ جهڪائي ڳوٺ طرف واپس وريو. هن کي سوٽي وڳو پاتل هو. جنهن کي ڪيتريون چتيون لڳل هيون ۽ ڪٽل جوتن سان ڳاڙها جوراب پاتا هئائين. جن جون ڪڙيون ئي ڪونہ هيون. هن جي پويان ڪنڌ جهڪايو، مٿي تي وڏو سامان کنيو، لڇڪندي هلندڙ هاريءَ کي ڏسي شيروءَ کي هن تي ڏاڍو قياس پئي آيو. هن کي ٻئي ماڻهو ڏاڍا رحم جي قابل لڳا.
سڄ جي روشني تکي ٿيندي ئي ڪيمپ ۾ اچ وڃ شروع ٿي وئي. انب جي باغ ۾ جلسو مچي ويو. پري پري تائين ٻنين جي ڪنڊن پاسن ڪان سائيڪلون بيٺل هيون. پوليس، عريضي نويس، محرر، هاري، زميندار، گواهہ، وٽن جي هيئان وينا هئا. ٻہ همراهہ هڪ ڏولي اجلاس طرف کڻي آيا ۽ اها وڻ جي هيٺ رکيائون. ان جي اندر ويٺل عورت آهستي آهستي روئڻ لڳي. ڪيس جي شروعات ٿي. عورت پنهنجو بيان ڏنو ۽ پوءِ هوءَ سڏڪا ڀريندي رهي.
منجهند ٿي وئي. شيشم جي وڻن جي جهڳٽي مان هڪ هاٿي ظاهر ٿيو ۽ جهومندو ڪيمپ جي اندر گهڙي آيو ۽ وچ واري وڏي خيمي جي سامهون پهچي هاٿيءَ جي سوار هيٺ لهي پرشاد کي سڏ ڪيو ۽ پرشاد وري ميم صاحب جي خيمي طرف ويو.
"نواب شمس آرا بيگم جو هاٿي آيو آهي، ننڍڙي ميم صاحب لاءِ."
"واپس موڪلي ڇڏ." ميم صاحب ساڳيءَ ريت جواب ڏنو. جيڪا خيمي جي پاسي ۾ هڪ ڪرسيءَ تي آرام سان ويهي پنهنجي پٽ کي ڪي الهہ آباد ڏانهن خط لکي رهي هئي. ننڍي ميم صاحب ٻئي خيمي مان تير وانگر ٻاهر نڪتي.
"ماما..ماما...مان!" هن شور ڪرڻ شروع ڪيو، "مان تہ جمبوءَ تي ضرور چڙهنديس، مان تہ جمبوءَ کي زيتون ڪارائينديس. ماما، ها" ائين چئي هوءَ منيءَ ۾ ليٽڙڻ لڳي.
"نيڪ آ، وڃ. منيءَ ۾ نہ ليٽڙ." ميم صاحب ڪڪ ٿيندي جواب ۽ خط لکڻ ۾ مصروف ٿي وئي. ننڍڙي ڇوڪريءَ پنهنجي ڳاڙهي جتي پاتي ۽ پرشاد جي جهوليءَ ۾ پاڻ کڻائڻ لاءِ ٻانهون ڊگهيريائين. هڪ نوڪر سوار

بخش جلدي گلن واري ريشمي چنّي کٹي آيو. سوار، هاٿيءَ کي گوڏن ڀر جهڪايو. پرشاد، ننڍڙيءَ کي ڪڇ ۾ کڻي هاٿيءَ تي ويٺو ۽ پنهنجين وڏين وڏين اکين مڇين تي فخر سان هٿ ڦيرڻ لڳو. هو ڪليڪٽر صاحب جو نوڪر هو. ڪا مذاق جي ڳالهه نه هئي ۽ هاٿي اجلاس جي سامهون گذرندو بتي پور ڏانهن روانو ٿي ويو.

عدالت ۾ ڏوليءَ جي اندر پردي واري عورت جي فرياد جاري هئي. ڏوليءَ جي پنيان ٽن طرفن کان پردا لڳايا ويا هئا. هڪ پندرنهن سالن جي نينگري سائي رنگ جي سوڙهي سلوار ۽ ململ جو رئو اوڍي زمين تي اوڪڙو ويٺي هئي ۽ هن هڪ هٿ سان ڏوليءَ کي جهلي رکيو هو ۽ ٻئي هٿ سان زمين تي ليڪون ڪڍي رهي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن هوءَ ڊنل نظرون کڻي چئني طرف پئي نهاري. ٻاهر اجلاس ۾ هن جو نالو هر هر ورتو پئي ويو. پردي جي ڪنهن وٿيءَ مان هن ٻاهر نهاريو ۽ هن سامهون هاٿي گذرندي ڏٺو. انهيءَ تي هڪ سونهري وارن واري خوبصورت ڇوڪري ويٺل هئي. ڇوڪريءَ کي ريج جي کل جهڙو وڏن وارن وارو ڪوٽ پاتل هو ۽ هڪ اڇين مڇن وارو همراهه هن جي مٿان چنّي جهليو ويٺو هو. بلڪل ائين، جيئن پرين جي آکاڻين ۾ ٿيندو آهي. ڏوليءَ جي ويجهو ويٺل ڇوڪري ان کي تيستائين ڏسندي رهي، جيستائين هاٿي نظرن کان پري نه ٿي ويو ۽ وري زمين تي ليکون ڪڍڻ ۾ مصروف ٿي وئي ۽ هن پيري هن هاٿيءَ جي تصوير ٺاهي ۽ ان تي هڪ سيج ٺاهي، اتي هڪ ڇوڪري ويهاري ۽ پنهنجو پان کي چيائين، "اها شهزادي مان پاڻ آهيان. مان بسنتي بيگم، مسمات ثريا سلطان عرف بسنتي بيگم نابالغ" عدالت ۾ وري هن جو نالو ورتو پئي ويو ۽ هن ڊڄندي وري ڏوليءَ کي مضبوطيءَ سان قابو ڪيو.

هاٿي، ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو.

آباديءَ کانپوءِ هڪ عمارت هئي ۽ هن کان ٿورو اڳتي مخدوم زاده شاهه منور علي خان جو گهر هو. هاٿي گهر جي پاسي واري گهٽيءَ مان گذريو. ننڍڙيءَ کي هڪ ڪچي گهر جو اڱڻ نظر آيو. جتي هڪ ڪاري ڏاڙهي ۽ ڪارن وارن وارو بزرگ نظر آيو. جيڪو نارنگي رنگ جو فقيراڻو وڳو پائي کٽ تي ويهي آسمان کي تڪي رهيو هو. اهڙي ئي شڪل وارو هڪ شخص ان کٽ جي ٻانهين کان ويٺو هو ۽ زيتون جي وڻ جي اوٽ ۾ هڪ ڇوڪري، پنهنجن ننڍڙن هٿن سان مسالو ڪٽي رهي هئي ۽ هن کي چانديءَ جي رنگ جهڙيون چوڙيون پيل هيون ۽ هاٿي اڳتي وڌي ويو.

اس تيز ٿي وئي. اجلاس منجهند جي ڪري ملتوي ٿيو ۽ لالا حسين بخش، مسمات بوٽا بيگم جي

درخواست ڪي ويڙهڻ لڳو:

"مان مسمات بوٽا بيگم، بالغ، مسلمان، ذات سيد، رهندڙ محمد گنج، تعلقو ضلعو سلطان پور. بيوه سيد زوار حسين، گوشگذار آهيان تہ ٽي سال ٿيا آهن جو درخواست گذار جي اڪيلي ڌيءَ سيده ثريا سلطان عرف بسنتي بيگم جي واسطي محمد حسن ڪندي ٿي رهان ۽ وري ڪيا ٿي تہ الله تعاليٰ، هن ڪي حسن جي دولت ۽ سيرت ۽ عصمت سان مالامال ڪيو آهي. نواب سڪندر خان عرف نواب پوري لال، نياڻيءَ سان شاديءَ جي خواهش ظاهر ڪئي، جيڪا مون منظور نہ ڪئي. ان ڪري تہ نواب صاحب جون ڪيتريون ئي منڪوحہ ۽ ممنوعہ زالون آهن ۽ هن عمر 65 سال آهي.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ تاريخ 22 فيبروي 1930ع تي رات جي آخري پهر ۾ ڇئن هٿيارٻندن، بسنتي بيگم ڪي اغوا ڪري ڳڙهي درگاگنڊ ۾ قيد ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ هن جي عمر ساڍا تيرنهن سال آهي. نواب شمس آرا بيگم، تعلقيدار پاربتي پور، مون سان ان ڪري ساٿ ڏنو جو هن مون ڪان قرآن شريف جو درس ورتو هو. ان ڪان علاوه منهنجي مڙس جو ڳڙهيءَ جي ذاڪرن ۾ وڏو نالو هو ۽ هو آخري ڏينهن ۾ نظر ختم ٿي وڃڻ جي باوجود امام بارگاهہ ۾ سوزخواني ڪندو هو. تنهنڪري بيگم صاحبہ منهنجي طرفان عدالت ۾ رجوع ڪيو ۽ فوجداري مقدمي ۾ نواب پوري خلاف اغوا ڪيس داخل ڪيو ۽ اهو ڪيس اڃا تائين جاري آهي.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ اڌ رات جو پٽ ٻڌل ڌاڙيل، هن غريب جي گهر ۾ داخل ٿي، منهنجي پٽ سيد ڪرار حسين، عمر 18 سال کي شهيد ڪري ڇڏيو ۽ غائب ٿي ويا.

پوءِ، عدالت ۾ ميان نوروز صاحبزاده، نواب شمس بيان ڏنو تہ مسمات بسنتي بيگم هن جي منڪوحہ آهي. تنهنڪري ئي انهيءَ ڇوڪريءَ جو وارث آهي. هاڻي اهو هي هڪ نئون فتنو وڏيڪ پيچيده ٿي چڪو آهي. بسنتي بيگم، پوليس جي ذريعي ڳڙهي درگاه گنڊ مان ڪڍي منهنجي تحويل ۾ ڏني وئي. پر هاڻي ميان نوروز جي دعويٰ جو مقابلو ڪرڻ جي طاقت مون ۾ ڪانهي. تنهنڪري درخواست گذار فريادي آهي تہ مون سان انصاف ڪيو وڃي تہ هيءَ سورن ماري اوهانجي شڪرگذار رهندي.

وڏيڪ عرض آهي تہ خادمہ، گواهيءَ طور سيد مظهر علي، رهندڙ محمد گنج کي پيش ڪري سگهي ٿي، جيڪو آهي تہ نواب شمس آرا بيگم جي رعيت مان، پر صفات ۾ باڪمال آهي."

اس هاڻي هيٺ لهي اڱڻ جي پٽ تي پهتي هئي. سيد مظهر علي پنهنجين ٻنين جو چڪر لڳائي وري ٻني تي ويهي رهيو. هن جو وڏو پاءُ شاهہ

منور علي اخبار سان منهن ڍڪي ڪڻ تي سمهي پيو. سيد مظهر عليءَ جي زال سچو ڏينهن اس ۾ ڳاڙها مرچ پٽي سڪايا، جنهن ڪري مظهر عليءَ کي پٽي ڇڪو آيون. جهنگر جي زال ڇاڻڻ ويجهو ويهي منظور النساءِ جي مٽي مان جوئون ڪڍڻ لڳي. منظور النساءِ جي سلوار جا پانچا مٽيءَ ۾ ٿڦيل هئا. هن سچو ڏينهن آلي مٽيءَ سان پٽي رانديڪا ٺاهيا.

شاهه منور علي وري بيچينيءَ مان اٿيو. "الله غني!" هن زور سان نعرو هنيو. ڪڪڙيون "ڪڙ ڪڙ" ڪرڻ لڳيون. دروازو کليو ۽ سيد اختر علي اندر داخل ٿيو.

"ادا، تعلقي مان موٽي آئين؟" سيد مظهر عليءَ جي زال پڇيو.

"السلام عليڪم. جيئندو رهه." سيد مظهر عليءَ چيو. سيد اختر علي اگڻ جي ڪنڌ ۾ رکيل ڪڪڙين جي جهڳٽي تي نظر وڌي.

"مير صاحب ڏولي واپس ڪري ڇڏي." سيد مظهر عليءَ جواب ڏنو.

"پورا ڏهه روپيا اشرفي لال کان اوڌاري وٺي اها ڏولي ورتي هئي تنهنجي لاءِ." ياجائيءَ مرچن کي ميڙيندي فرياد ڪيو.

"اسان شاڪر صاحب جو سفارشي خط وٺي، اجلاس کان پهرين ڪليڪٽر صاحب سان مليا هئاسين." هن چيو. "اسانکي سفارش جي ڪابه ضرورت ڪانهي. لکنو درخواست موڪلي ڇڏيو. مان جانسن صاحب سان ڳالهه ڪندس."

"جانسن صاحب شام جو پهچندو. سياڻي سوير ئي شڪار لاءِ هليو ويندو." اسان ڪيمپ مان سڀ معلوم ڪري آيا آهيون. ٻه روپيه لالا حسين بخش جي حوالي ڪيا."

"مير صاحب، انگريز آهي نه." سيد مظهر علي پڇڻ لڳو.

"ڏاڏو انگريز هوس. جيڪو نير جي پوک ڪندو هو. نواب صاحب وڪرم پور جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي هئي. ڪليڪٽر صاحب بهار جي ڪنهن خانوادي سان تعلق رکي ٿو. مير صاحب کي پيڪين مان زمينداري ملي آهي. هنن جا الهه آباد ۽ مسوري ۾ بنگلا آهن ۽ ڪيس به پار آهن." سيد اختر عليءَ جواب ڏنو

"الله جو شان آهي. رب پاڪ ڪن ماڻهن کي دنيا جون سڀ نعمتون ڏيو ڇڏي." ياجائيءَ، دال ڇنڊيندي راءِ جو اظهار ڪيو. خاموشي ڇانئجي وئي.

"خداوند تعاليٰ سچن مؤمنن کي ان کان به وڏي ملڪيت عطا ڪندو آهي. صبر جي ملڪيت." شاهه منور علي اوچتو چيو ۽ اٿي ٻاهر هليو ويو ۽ ويران گهٽيءَ مان گذري درگاهه جي ٿلهي

تي ويهي رهيو.

"ادا سائينءَ تنهنجي لاءِ ايترا ڇلا ڪاٽيا پر ڪجهه نه ٿيو!" سيد مظهر عليءَ آهستي چيو.

"گذريل سال ڇهه مهينا ته گومتي نديءَ جي ڪناري ۾ اجايا ويا. سخت سيءَ ڪري نمونيه ٿي پيو.." منظوريا ڏيءُ، حقو ته ڪٺي آءُ." هن ڇوڪريءَ کي سڏ ڪيو. ڇوڪري حقو تيار ڪري پيءُ جي آڏو رکيو. سيد مظهر علي، جيڪو وڏي ياءُ جي سامهون حقو نه پيئندو هو، تنهن هڪ ڦوڪ پيري ۽ ڳالهه جاري رکي، "اسان ڏاڍي هٿ جوڙ ڪري واپس ٿياسين. اسان ڪليڪٽر صاحب کي تنهنجي لاءِ چيو ته اسانجو ياءُ وڪيل آهي. پر قسمت خراب آهي. ضلعي ڪورٽ ۾ وڪالت ڪيائين، پر نه هلي. ڪانپور ۾ پريڪٽس ڪيائين ته اتي به بکون ڪاٽڻ لڳو. پنهنجن ٻارن کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ چاهي ٿو. ٻڌو آهي ته لکنوءَ ۾ صاحب جي آفيس ۾ هڪ جڳهه خالي ٿي آهي. جيڪڏهن حضور اسان تي مهرباني فرمائي سفارش ڪري ته نوازش ٿيندي."

ڪليڪٽر صاحب چوڻ لڳو، "سيد صاحب اسان ڪٿي ان قابل آهيون. الله تي ڀروسو رکو. اهو دير سوير سيني جي ٻڌندو آهي."

سيد اختر علي بيزاريءَ مان ياڄائيءَ ڏانهن نهاريو ۽ پوءَ گهڙا منجيءَ ڏانهن نظر ڦيريائين. ياڄائي تڪڙي اٿي ۽ مراد آبادي دلي مان ٿڌو پاڻي ڀري اچي پنهنجي ڏير کي ڏنائين. هوءَ ڏير سان ماءُ جهڙي محبت ڪندي هئي.

سيد مظهر علي ٽوپي مٿي تي رکي ۽ جتي پائي وچين نماز لاءِ مسجد ڏانهن روانو ٿيو. سيد اختر علي اخبار پري ڪري حقي جي لٽ جو منهن پاڻ ڏانهن ڪيو. چو ته هو وڏي ياءُ سامهون حقو نه پيئندو هو. دور درگاهه جي ٽلهي تي شاهه منور علي يا ان جي روح، دل کي ڏوڏڻ وارو نعرو بلند ڪيو. ان وقت ان گهري ۽ انداهي فضا ۾ اهڙي ته اداسي ڇانئجي وئي جو اندر اڌ پئي ٿيو.

ٻاهر، نم جي وڻ هيٺان هڪ ڇوڪري لڳي پئي هئي. نواب پوري لال جو ياڻيٽيو منن خان، جيڪو ڏاڙيلن سان ملي ويو هو، ڳوٺ جي ڪجهه لوفرن سان ويهي پتي راند ڪيڏي رهيو هو ۽ هر پيري پتو ڦٽي ڪندي باربار جمشيد کي چيڙائي رهيو هو.

جمشيد هڪ طرف پلٽي ماري خاموشيءَ سان ڪيڏي رهيو هو. جڏهن منن خان ٽي چار پيرا هن تي، هن جي پيءُ جي بيروزگاريءَ تي چٽر ڪئي ته هن ڪاوڙ مان منن کي هڪ ٺڦ وهائي ڪڍيو ۽ ڊوڙ پائي درگاهه طرف روانو ٿي ويو. ويران ٻنن جي پنيان لڪي هن ساهي پٽي. اڳيان هڪ وڏو قبرستان هو. جتي ٿوري ٿوري فاصلي تي سنبل جا ڪجهه

وڻ هئا ۽ سنيل جا اڇا گل وڪريل هئا. قبرن جي چئني پاسي ڊگهو ڊگهو گاهه هو ۽ ڪنڊيدار ٻوڙا ۽ ٿوهر هئا. ننڍا ننڍا گهر گهرا وڻ، مٽيءَ جو ڍيريون، نانگن جهڙا وروڪڙ، اڃاڻ سان لٽيل قبرون، ڪچيون قبرون. پري ڪنهن ڪنڊ ۾ شيشم جي هيٺان مجاور ۽ گورڪن جا ڪچا گهر هئا. گورڪن جي زال رت جي ڪاڏي لاءِ چلهه ٻاري چڪي هئي. تنهنڪري دونهون آهستي آهستي مٿي چڙهي رهيو هو. هڪڙي ڪنڊ ۾ چار ٽنل دلا وڪريا پيا هئا. هڪ قبر تي ڪنهن ڏيئو ٻاريو هو، ان ڪري قطبي هو هڪ حصو ڪارو ٿي چڪو هو. رستي تي عورتن، پنهنجين ٻڪرين کي هڪليندي گهر ڏانهن ويندي گذريون ۽ چنبيليءَ جي اوٽ ۾ نهيل هڪ نئين قبر کي ڏسي هڪ عورت چيو، "نئين ڪنوار جي قبر آهي، تنهنڪري اتي رات چنبيلي ڏاڍي مهڪندي آهي." شام جي تنهائيءَ ۾ ٿڌي هوا قبر تي جهڪيل شاخن ۾ سرسرائڻ لڳي. جمشيد کي ڏپ ورائي ويو. هن جهڪي چپل جي هڪ پادر جي پوئين پاسي مان چنبڙيل ڪا پٽري ڪڍي ۽ مٽيءَ جي پٽن تان ٻرانگهون پريندو ٻنين ڏانهن نڪري ويو. شايد مينهن پوڻ وارو هو. آسمان تي ڪڪر ڇانئجي ويا هئا. جمشيد بغلن ۾ هٿ وجهي، "سون سون" ڪندو دير تائين ٻنين ۾ گهمندو رهيو. هاٿي، پاربتي پور ڏانهن موٽي رهيو هو. ڪڏ جي ڪناري هيٺان بيهي جمشيد ڏاڍي دلچسپيءَ سان هاٿيءَ کي ڏٺو ۽ هن جي پريان پويان هلڻ لڳو.

نندي مير صاحب هاٿيءَ تي ويٺي پرشاد ڪان آڪاٿي ٻڌڻ ۾ ايتري ته مصروف هئي جو هن جي ڳاڙهي چنّي، هن جي هٿ مان نڪري زمين تي ڪري پئي ۽ هاٿي اڳتي وڌي ويو.

جمشيد اها رنگين چنّي زمين تان کڻي ورتي ۽ هن کي اٻتو سبتو ڪري ڏسڻ لڳو. هن سوار کي سڏ ڪيو، پر هاٿي وڻن ۾ غائب ٿي چڪو هو ۽ هو چنّي هٿ ۾ ڪنيو گهر موٽي آيو. گهر جو در اندر کان بند هو. هن چنّي هڪ ڪنڊ ۾ رکي ۽ ٿورو اڳتي وڌي جتي لاهي ان کي مٿي پٽ تي رکيائين ۽ پوءِ پٽ تي لانگ ورائي اندر ٽپو ڏنائين.

هن جا ٽيئي اداس شڪلين وارا بزرگ، بابا وڏو، چاچا، ۽ بابا، تختي تي معمول جيان ڪنڌ جهڪايو ويٺا هئا. چاچي دال کي ٿهڪائي رهي هئي. چاچيءَ جي ڌيءُ منظورالنساءِ بنا سبب نينگ ٽپا ڏيندي زور زور سان باراڻو گيت ڳائي رهي هئي.

ايتري ۾ چاچي رڌڻي مان نڪتي ۽ هن جو هٿ جهلي پاڻ ڏانهن ڇڪيائين ۽ زور سان ٿڦڙ وهائي ڪڍيائين.

"جڏهن ڏس راند...ايتري وڏي ٿي وئي آهي، ته به ڏس ته پئي نينگ ٽپا

ڏين." جلدي پنهنجي پيءُ جي وضوءَ جو پاڻي رک."

منظر النساءِ زور زور سان روئڻ لڳي ۽ ٻانهو ڦهلائي پنهنجي سوٽ ڏانهن ڊوڙي. جيڪو انهيءَ ئي وقت پٽ تان اندر ٽپيو هو. جمشيد لاپرواهيءَ سان پنهنجي جتي پٽ تان کڻي هن کي ڏني.

"وڃ، ان کي ڪوٺيءَ ۾ رک."

هن ڇوڪريءَ کي چيو ۽ هن جلدي روئڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ مٽيءَ هاڻان پادر ڏاڍي پيار سان ٻانهن ۾ سنڀالي ورتا. ڇڻ اهي ئي سندس لاڏليون گڏيون هجن ۽ اندر هلي وئي.

جمشيد موڙو سيري پنهنجن بزرگن جي ويجهو وڃي ويٺو. جهينگر جي زال لانڊيءَ مان ڳئون ڪولي ڪونر ڏانهن وٺي وڃي رهي هئي. ٻاهر ڳوٺ جي گهرن ۾ بتيون ٻرڻ لڳيون هيون. سيد مظهر عليءَ جي زال ورانڊي ۾ اچي ڪجهه وارا پردا ڪولي ڇڏيا. سانجهيءَ جي ٻانگ آئي، اونده ٿي وئي.

شبرو، سپني خيمن ۾ وڃي وڃي گئس جا چلها ۽ لالٽين گڏ ڪيا ۽ انهن کي رڌڻي جي سامهون قطار ۾ رکيو. هڪ خدمتگار مدار بخش آيو ۽ انهيءَ قطار جي سامهون پلٽي هڻي ويهي رهيو ۽ ڳولن مان ڇاڻيون ۽ چمنيون ڪڍي صاف ڪرڻ لڳو. ننڍي مير صاحب هڪڙي پاسي کان ٽپا ڏيندي آئي ۽ اوڪڙو ويهي وڏي دلچسپيءَ سان اهو تماشو ڏسڻ لڳي. مدار بخش بتيون صاف ڪرڻ ڪانپوءِ اهي روشن ڪرڻ شروع ڪيون ۽ هميشه جيان پهرين بتي روشن ڪندي هن پڙهيو، "چراغ روشن، مراد حاصل، صلوات صلوات، سلام اليڪم يا منڪر نڪير"

"دل منهنجي ايمان قبر منهنجو مڪان."

مدار بخش، تنهنجو مڪان قبر ۾ ڇو آهي؟" ننڍڙي مير صاحب حيرت مان پڇيو

"شيرو! مائي ملاڪن ڪي موڪل. نياڳيءَ اچا تائين استري گرم ناهي ڪئي." پري کان خيمي مان مير صاحب جو آواز آيو. ننڍڙي مير صاحب کي استريءَ جو تماشو به ڏاڍو سٺو لڳندو هو. تير وانگر تيز ڊوڙندي اوڏانهن پهتي.

"ماما..ماما، تون ملاڪن کي نياڳي ڇو چيو؟" هوءَ ضد ڪرڻ لڳي.

"ٻچي وڃ هتان."

"نه نه، ٻڌاءِ ماما."

"ڏيءُ، هوءَ ڪمچور.." مير صاحب ڪاوڙ ۾ وراڻيو. حقيقت ۾ ان وقت هوءَ پرشاد سان مخاطب هئي. "پيءُ ماءُ موڪلائي ويا. مڙس ٻي شادي ڪري ڇڏي. گهر جي جاءِ جا به ڪيترا حصا ٿي ويا. پر هوءَ به ڇا ڪري. سڀ عملن جو نتيجو هوندو آهي.

"ماما...ماما...عمل جو

نتيجو ڇا ٿيندو آهي؟"

"ڏيءُ هل، توکي ڪمشنر صاحب ياد ڪيو آهي." هڪ نوڪر اندر ايندي چيو ۽ هوءَ ساڳيءَ ڦڙتيءَ سان خيمي مان ٻاهر نڪري وئي. ڪيمپ ۾ ان رات سٺو بندوبست ڪيو ويو هو. چوطرف گيس جا ڇلها ڦر ڦر ڪري رهيا هئا. ننڍڙي ميم کي خاص طور تي اجازت ملي هئي ته هوءَ وڏن سان گڏ کائي. هوءَ ڪاٺي واري خيمي ۾ پنهنجي ايي ڪرسيءَ تي ويٺي ۽ انڪل جانسن کي هاٿي ءَ جي سواري ۽ ٻڍڙهي پاربتي پور جي پاليل هرڻن ۽ ٻارنهن سڱن جو قصو ٻڌائي رهي هئي. عمر جي حساب سان ننڍڙيءَ جو قد ڏاڍو ننڍو هو. تنهنڪري هوءَ ڪنهن ايي ڪرسيءَ تي ويهي ميز جي برابر اچي پئي سگهي. ميز جي ٻئي ڇيڙي وٽ ميم صاحب، جانسن صاحب کي بسنتي بيگم جي اغوا جو قصو ٻڌائڻ لڳي. جانسن صاحب نفيس اردو ڳالهائيندو رهيو. "پر نواب پورو هڪ خطرناڪ ماڻهو آهي. هن جو ڏنگيل پاڻي به نه گهري سگهندو آهي. اسانکي ويچاري بوتا بيگم تي ڏاڍو ترس پيو اچي." ميم صاحب چيو.

جنوريءَ جي رات جي برف جهڙي ٿڌي هوا تيز ٿي وئي. خيمي جون پتيون لڏڻ لڳيون. "سون سون" ڪندي گيس جي روشني ٿوري جهيٽي ٿي وئي ته شيرو ڦڙتيءَ سان ان ۾ هوا پيري. مدار بخش جهڙڪو ڏئي مهمانن جون پليٽون تبديل ڪرڻ لڳو. جڏهن هن جانسن صاحب آڏو هڪ پريل پليٽ رکي ته هن ڪنڌ سان نهڪر ڪئي. مدار بخش نماڻائيءَ سان چيو، "فنس...يعني فنش. معني هي آخري چڪر آهي." مدار بخش اهڙن موقعن تي انگريزن سان انگريزي لفظ ڳالهائيندو هو، ڇو ته ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي زماني کان هن جا ڏاڏا پڙڏاڏا انگريز صاحبن جي بنگلن تي انگريزي ڳالهائيندا آيا هئا.

جانسن صاحب، ميزبان عورت سان رات جي ماني ۽ سروس جي تعريف ڪئي ۽ ميم صاحب هن کي ٻڌايو ته ٿانوَ هن پشاور مان گهرايا هئا. ان کانپوءِ جانسن صاحب، ڪليڪٽر صاحب سان سياڻ جي شڪار جي باري ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪئي.

خيمي جي هڪ پت ٿوري لڏي ۽ ٻن حيرت ۾ وڪوڙيل اکين اندر ليئو پاتو.

جمشيد هڪ دفعو وري حجت ڪئي ته اندر وڃي ڇني ميم صاحبي کي پاڻ ڏيندو. پر وري ان الف ليلوي منظر ۾ گم ٿي ويو. هاٿي بلوري پيالا ميز تي رکيا ويا. جن جي پاڻيءَ تي گلاب جون پتيون تري رهيون هيون. پر هنن اهو پاڻي پيئڻ بدران پيالن ۾ پنهنجون آڱريون ٻوڙيون.

جمشيد سنهري وارن واري

پادريءَ کي ڏنو، جنهن جي بلڪل مغز جي وچ تي ڳاڙهي پٽي ٻڌل هئي. هن کي پنهنجي سوٽ منظور النساءِ ياد آئي، جيڪا ڪنن جي ڪيترن سوراخن ۾ چانديءَ جون ڪنيون واليون پائيندي آهي ۽ جيڪا جيڪا ميرا سيرا ڪپڙا پايو پٽي ڊوڙندي آهي ۽ اها وڏي ٿي هن سان پرڻبي ۽ پوءِ ۽ اهي ٻئي ڪانپور جي هڪ سوڙهي ۽ اونداهي گهٽيءَ ۾ ان سفيد پوش ۽ مفلسيءَ جي زندگي گذاريندا. جهڙي حياتي هنن جي پيءُ ۽ چاچن، ڏاڏن ۽ پڙڏاڏن گذاري هئي. جڏهن ته مير صاحب ۽ ڪليڪٽر صاحب ۽ هن جي برادريءَ وارا اهڙيءَ طرح ٺي خوشبوءِ واري پاٺيءَ جي بلوڪري پيالن ۾ نفاست سان پنهنجون آڱريون ٻوڙيندا رهندا."

پردو لڏندو ڏسي مدار بخش اوچتو ان طرف نهاريو ۽ گهٻرائجي پوئتي هٽيو.

اندر جانسن صاحب سگار دکايو ۽ ميزبانن کي شب بخير چيو، ننڍڙيءَ کي پيار ڪيو ۽ اچو نيپڪن ميز تي رکي ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ پرشاد ٻاهر ڪان پردي کي مٿي ڪيو. جانسن صاحب چڱو خاصو ڊگهو انگريز هو. جهڪي پردي ڪان ٻاهر نڪتو ۽ وڏا وڏا قدم کڻندو پنهنجي خيمي طرف روانو ٿيو. پرشاد وري دروازي جي پاسي ۾ اسٽول تي ويهي رهيو. هن جمشيد جي پيرن جي آهٽ طرف ڪن لڳائي ڇڏيا.

"ڪير آهي؟" هن رعب سان پڇيو

جمشيد گهٻراهٽ ۾ تيزيءَ سان پڇڻ جي ڪئي ته خيمي جي رسن سان پير اٽڪي پيس. پرشاد ۽ ٻين نوڪرن هن کي پڪڙي ورتو ۽ "چور...چور" جون صدائون بلند ڪرڻ لڳا ۽ هن جي هٿ مان چٽي ڪسي ورتائون.

"چور کي اٿين ڪيئن ڇڏبو."

پرشاد، جمشيد جي منهن تي زور سان ٿڦڙ وهائي ڪڍيو.

"مان چور ناهيان." هن گرم ٿيندي چيو ۽ سندس اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. "مان ننڍڙي مير صاحب جي چٽي واپس ڪرڻ آيو هوس. مونکي تلاءَ جي ڪناري ملي هئي."

"ڪوڙ، بي ايمان مان تو جهڙن کي چڱيءَ ريت سڃاڻان." پرشاد گرجڻ لڳو ۽ وري هن کي ٽي چار مڪون وهائي ڪڍيائين.

"مدار بخش." اندران مير صاحب سڏ ڪيو، پر مدار بخش ته واردات واري جاءِ تي پهچي چڪو هو.

ننڍڙيءَ، دروازي مان ليئو پاتو. "ماما...ماما....پرشاد چور پڪڙيو آهي." هن ڏاڍو خوش ٿيندي چيو.

"هي چا پيا لوڏيو؟" مير صاحب دروازي تي اچي پڇيو.

جلدي جمشيد ڳوڙها خشڪ ڪيا ۽ مير صاحب، هي سامهون ٻانهون

پڌي بيهي رهيو.

"مان چور ناهيان، نہ وري بي ايمان. مان جمشيد علي آهيان. مان درگاهہ شريف جي شاهہ منور علي جوپائيٽيو آهيان. منهنجو چاچو سيد مظهر علي صبح جو اوهانکي سلام ڪرڻ لاءِ آيو هو....." ۽ پوءِ هن جلدي لفظ تبديل ڪيا، "اوهان سان ملڻ آيو هو، پر اوهان هن کي ٻاهر کان ئي موٽائي ڇڏيو."

"شاهہ منور علي!" مير صاحب ٿوري دلچسپيءَ سان ورجايو.

"شاهہ منور علي، اسان هن جي شهرت ٻڌي آهي. هو جنن کي قبضي ۾ ڪندو آهي."

"بابا وڏي جي قبضي ۾ جن ڪونہ آهين. مسلسل غربت ۽ احساسِ مغروريءَ جي ڪري دماغ تي اثر پئجي ويو اٿس." جمشيد تلخيءَ سان جواب ڏنو. سيءَ سبب هن جا ڏند ٽڙڪڻ لڳا ۽ هن سيسرائٽي پري.

"اندر اچ، ٻاهر ڇو بيٺو آهين. مدار بخش پليٽ لڳاءِ." مير صاحب چيو.

"جي نہ، مان گهران ماني کائي آيو آهيان."

مير صاحب هن جو بدليل رنگ ڏٺو. هن کي پنهنجو پٽ سلطان ياد اچي ويو. جيڪو هن جيان هنيلو ۽ خوددار هو. هو خيمي جي اندر اچي دروازي جي پاسي ۾ بيهي رهيو.

"ڏيءُ...جمشيد ٻاءُ جو شڪريو ادا ڪر. هو ايڏي سيءُ ۾ تنهنجي ڇٽي واپس ڪرڻ آيو آهي."

ننڍڙيءَ، ڇٽي سنڀالي معصوم آواز ۾ "ٿينڪ يو." چيو.

"هاڻي گڊ نائيٽ چئہ."

"گڊ نائيٽ!" ۽ ان ڪانپوءِ هوءَ نوڪر سان گڏ ٻاهر هلي وئي.

"تنهنجي نواب شمس آرا بيگم سان پاڻپي آهي نہ." مير صاحب معلوم ڪرڻ چاهيو.

"جي نہ...منهنجو چاچو هن جي زمين ۾ هارپو ڪندو آهي." راجن ۽ نوابن سان اسانجي ڪابہ پاڻپي ڪانهي."

مير صاحب ڇرڪي. لهجي جي اها تلخي هن کي ڏاڍي مانوس لڳي. هن جو لاڏلو پٽ پڻ يونيورسٽيءَ کان گهر اچي پنهنجن دوستن سان نہ چاڻ چا چا پيو ڪندو هو. جاگيردار طبقو بورجوازي استحصال، زرعي انقلاب، سمجهہ ۾ نہ ايندڙ لفظ ۽ اصطلاح!

"ڪٿي پڙهندو آهين؟"

"ڪانپور ۾ انٽر ۾ پڙهان پيو."

"شاباس."

"هاڻي اجازت ڏيو."

"ڪافي تہ پيءُ."

"ڪافي؟" ڪافي هن اڄ تائين ڪانہ پيتي هئي.

"جي نہ." هن پختگيءَ سان جواب ڏنو.

"اسانجو گهر ڳوٺ جي آخري چيڙي تي آهي. پهچندي پهچندي رات ٿي ويندي..چڱو آداب عرض." ائين چئي هو خيمي مان نڪتو ۽ اونده ۾ غائب ٿي ويو.

گهر پهچي هو آهستي آهستي وراندي ۾ داخل ٿيو. ان ننيڙي وراندي ۾ پٽس ۽ سندس پائر ڪٽن تي ستا پيا هئا. چاچي ۽ منظور النساءِ ٻئي طرف تختي تي ميرا ڪمبل منهن تي اوڍيو خوابن ۾ گم هيون ۽ هو آهستي آهستي وڃي پنهنجي ڪٽ تي ڪريو. هڪ سنهڙو ڪمبل پنهنجي منهن تي وڌائين ۽ ٽنگون سوڙهيون ڪري پاسو ورائي سمهي پيو.

تهجد وقت شاه منور علي اٿيو ۽ اونده ۾ هٿوراٿيون هڻندي سيرنديءَ وٽ آيو ۽ ڪجه پڙهي هن جي مٿان ڦوڪاريائين ۽ پنهنجي وهاٽي هيٺان هڪ تعويذ ڪڍي هن جي ڪلهي ۾ ٻڌائين ۽ پوءِ وري وڃي ڪٽ تي ليٽيو. جمشيد جي اک ڪلي چڪي هئي. پر هو ائين ئي ليٽيو رهيو ۽ هن جي دل چاهيو تہ هو خوب روئي. ٿوري دير کان پوءِ چاچي اٿي ۽ هن لالٽين ٻاري. منظور النساءِ بہ جلدي اٿي ويئي. ٻئي ماءُ ڌيءُ لوٽيون اوڍي رڌڻي ڏانهن ويون ۽ هنن اتي جمشيد جي ٻاهر وڃڻ لاءِ ناشتو تيار ڪرڻ شروع ڪيو. هو وري اوٻاسيون ڏيڻ لڳو. سوجهرو ٿيڻ تي ڪڪڙ پٽ تي ويهي ٻانگ ڏني. هو پڻ پڻ ڪندو اٿي وينو. هن وٽ واچ نہ هئي. هن جلدي اونداهي ڪوٺيءَ ۾ وڃي پنهنجي ٽين واري پيٽي کڻي. بسترو ويڙهي اندر رکيو ۽ سڏ ڪيو.

منظورالنساءِ ڊوڙندي آئي. وراندي جي پٽ ۾ لٽڪيل تيل جي ڊبيءَ کي روشن ڪيائين ۽ ان روشنيءَ ۾ جتي لاٿائين. هن جو ڪوٽ لاٿائين. ٽنگڻيءَ تان مفلد لاٿائين. منهن ڌوئڻ لاءِ گرم پاڻي کڻي آئي ۽ لوٽو ۽ صابڻ تختيءَ جي ڪناري تي رکي ڇڏيائين.

چاچيءَ ناشتو تيار ڪري صندل تي رکيو ۽ چانهن ٺاهڻ لاءِ وري رڌڻي ۾ هلي وئي.

"ادا...تنهنجي لاءِ پوري مون ٺاهي آهي." منظور النساءِ چيو.

"اڇا!.." جمشيد بوٽ جون کهون ٻڌندي ٿوري محبت سان هن کي ڏٺو ۽ هن جي دل ڏڪوئجي وئي. ويچاري...ويچاري بدنصيب ڇوڪري!" هن دل ۾ چيو.

ڏيڍيءَ ۾ اچي گوبند ڪيس سڏ ڪيو. هن جو پيءُ ۽ چاچو جاڳي پيا. چاچيءَ جمشيد جي ٻانهن تي امام ضامن ٻڌو. هو، گوبند جي ٽانگي تي ويهي ريلوي اسٽيشن ڏانهن روانو ٿي ويو. چئن ٻنين مٿان ڪوهيڙو ڦهليل هو. چنڊ جي روشني بي اثر ٿي چڪي هئي.

گهٽو پري ڪليڪٽر صاحب جي ڪيمپ ۾ ڪجهه ٻتيون اجا ٻه ٻري رهيون هيون. دريا پار کان ريل جي سيٽيءَ جو آواز آيو. انبن جا وڻ، درگاهه سان گڏ هنومان جو مندر، جهينگر جي جهوپڙي، وڏو ابا، ابا چاچو، چاچي امان، منظور النساءِ، اهي سڀ پاڇا پوئتي ٿيندا ڏنڌ ۾ غائب ٿي ويا. ان رات ڪيمپ ڪان موٽندي هن فيصلو ڪيو هو ته هو ڪانپور ۾ دل لڳائي پڙهندو ۽ پهرين پوزيشن ڪٽي مقابلي جو امتحان پاس ڪندو ۽ پوءِ هڪ ڏينهن هن جي نالي جي اڳيان لکيو ويندو، "ايس. بي. علي. آئي سي ايس."

پوءِ جڏهن مان محمد گنج ايندس ته هاري چوندا "صاحب دوري تي آيو آهي." وڏو صاحب، ڪليڪٽر صاحب، ڪمشنر صاحب، ڪچي رستي تي ٽانگي کي زور جو لوڏو آيو. هن جلدي ٽانگي جو ڏنڊو جهليو. ٻئي هٿ سان ڪوٽ جي کيسي مان پاسنگ ٽو جي دٻي ۽ ماچيس ڪڍيو. جڏهن هن تيلي دکائي ته گوبند پوئتي ڪنڌ ڦيرائي هن کي ڏٺو.

"اهو ڇا ٿو ڪرين؟" هن ڏک مان چيو.

"گهر ڳالهه نه ڪجانءِ، چاچا گوبند." جمشيد گهٽي نماڻائيءَ سان چيو. آئي بي ايس جا سڀ خواب گوبند جي پيشانيءَ تي ڪاوڙ جون ريکائون ڏسي هوا ٿي ويا.

"اهو سنو نه ٿو ڪرين. اهڙي عادت نه پراءِ ته سنو."گوبند، ڏبري گهوڙي کي بيهر چهبڪ هنيو.

جمشيد سگريٽ جو هڪ ڊگهو سوٽو هٽي نڪ مان دونهون ڪڍيو. ايتري ۾ سامهون کان چاچو گوبرو نظر آيو. هو ڪنڌ تي هر رکي ڍڳن جي جوڙي کي هڪليندو، پنهنجي زمين ڏانهن وڃي رهيو هو. جمشيد گهبرائجي سگريٽ لڪائي ڇڏيو.

"گوبرو چاچا جيڪڏهن ڏسي وٺندو ته ٽانگي تان لاهي پنجاهه جوتا هڻندو ۽ هڪڙو ٻه ڪونه ڳڻيندو."

ڳوٺ ۾ ڪيڏي نه دقيانوسيت آهي. هن بيزاريءَ جي شدت سان سوچيو. "هندستان جا ڳوٺ!!! هندستان جا ڳوٺ!"

هن کي خبر هئي ته هو سدائين لاءِ پنهنجي ڳوٺ مان وڃي رهيو آهي. هن ڪانپوءِ ڪڏهن به هو ائين محمد گنج نه ايندو. اهڙيءَ طرح گوبند ٽانگي تي ڪونه ويهندو ۽ چاچا گوبرو کان هن کي ڪڏهن به ڊڄڻ جي ضرورت ڪانه پوندي.

****

ڪانپور پهچي هو پنهنجي گهر جي ڏاڪڻ تي چڙهيو. سامهون گهٽيءَ جي ڀت تي "پاپي" ۽ "پڪار" فلمن جا اشتهار ۽ ڪانگريس جي جلسي جا پوسٽر لڳل هئا. اوطاق واري در تي مٽي ٻه گڏ ٿي وئي هئي. اندر سرن جي

فرش تي هڪ ميز ۽ ٽي چار ڪرسيون پيون هيون. ڪنڌ ۾ قانون جا ٿلها ڪتاب مٽيءَ ۾ ڍڪيل الماڙين ۾ پيا هئا. هڪ پٽ تي سيد اختر عليءَ جي تصوير لڳل هئي. جنهن ۾ هو بي. اي. ايل. ايل. بي. جي ڊگرين سان گڏ بيٺو هو. بين پٽين تي سر سيد احمد خان ۽ تاج محل جون تصويرون لڳل هيون. پنجتن پاڪ جا نالا ۽ ڪلما پڻ فريمن ۾ لڳل هئا ۽ هڪ مديني شريف جو ڪئلينڊر به لٽڪيل هو. هڪ ڪنڊ ۾ تذڪره غوثيہ جا جلد ۽ نظام الشائخ. دين ۽ دنيا ۽ مديني جا فائل پيل هئا. سلطان الهند خواجہ غريب نواز رحہ جي درگاھ جي هڪ وڏي تصوير ڪانس تي رکيل هئي. ڪيترائي سال پهرين اتان اختر علي پنهنجي حصي جي زمين کپائي ڪانپور ۾ هيءُ گهر خريد ڪيو هو ۽ وڪالت جي پريڪٽس شروع ڪئي هئي. جمشيد سڌو سوٽي پردو هٽائي عورتن واري حصي ۾ ويو. ڪنهڙي ۾ هن جي ننهي ننڍن پائرن جون ڪٽون پيل هيون. هن جي پنهنجي ڪٽ جي سيرانديءَ ڪان هن جي ميز رکيل هئي. جنهن تي هن جي ڪتابن جو ڍڳ رکيل هو. جنهن تي اخبار ۽ تصويرن وارن رسالن جي ورقن جا پوش چڙهيل هئا ۽ ميز پوش تي ڪاري مس جو هڪ وڏو داغ ٿي پيو هو. هڪ ڪنڊ ۾ هن جي سائيڪل پئي هئي. هن جي ماءُ سلھ جي بيماريءَ سبب ورانڊي ۾ ليٽيل هئي. ننڍي ڀيڻ رڌڻي ۾ هئي.

جمشيد پنهنجو سامان ڪٽ تي رکيو ۽ ورانڊي ۾ رکيل صندل تي ويهي پنهنجي بوٽ جون کهون کولڻ لڳو.

"ادا، ڳوٺ مان پئسا آندئي؟" عاليہ جي آواز تي هو ڇرڪيو.

"پئسا!؟"

"بابا چيو هو تہ چاچا ڪان پئسا وٺي موڪليندو. ان ڪي وٺي ڪيترا ڏينهن ٿي ويا. موڪلن ۾ تون بہ هليو وئين. هتي سيني پاڙيسرين جو قرض چڙهي ويو آهي."

"تہ، مون پئسا ڪونہ آندا آهن. پر بابا کي شايد جلد نوڪري ملي ويندي. نہ تہ مان پاڻ ڪاليج ڇڏي نوڪري ڪندس. اڙي اڙي روئين ڇو پئي؟" هن عاليہ جي مٿي تي هٿ ڦيريو. ماءُ جيڪا سالن ڪان بستري حوالي هئي، سا چڙچڙي ٿي وئي هئي ۽ هميشہ جيان رڙيون ڪرڻ ۽ ڪنگهڻ لڳي ۽ جمشيد ماٺ ۾ صندل تي ويٺو رهيو.

****

الهہ آباد سول لائينز جي هڪ پراڻي نموني جي بنگلي جي پاسي ۾ هڪ ڊگهي ۽ ويڪري 1935ع ماڊل جي ڪار تيزيءَ سان اچي بيٺي ۽ هڪ حساس صورت ۽ سانوري رنگ وارو نوجوان بيحد پرجوش انداز ۾ ڪار مان لهي پنهنجي ڪمري ۾ ويو. جلدي جلدي ميز جا خانا کوليائين ۽ ڪاغذ اٿلائي

پٽلاٽي هڪ پرس تلاش ڪيائين ۽ ان مان هڪ ننڍڙو ڪارڊ ڪڍي هڪڙو ڀيرو ان تي لکيل نالو پڙهيائين ۽ وڏي احتياط سان پنهنجي پرس رکي ڇڏيائين.

نوڪر ٽپال کڻي آيو. ماءُ جي لکت لفافي تي ڏسي هو محبت سان مرڪيو ۽ خط پڙهڻ شروع ڪيو.

"اسان دورو ختم ٿيندي ئي سڌا الهه آباد اچي رهيا آهيون. هاڻي توکي آئي سي ايس جي امتحان جي تياري ڪرڻي آهي. اسانجي غيرموجودگيءَ ۾ نيازي بيگم تنهنجي کاڌ پيئڻ جو بلڪل به خيال نه رکيو هوندو. هاڻي تون ماشاءالله...." خط پورو پڙهي هن واپس لفافي ۾ رکي ڇڏيو ۽ اداسيءَ سان مرڪيو ۽ پوءِ درياءَ جي ويجهو وڃي سگريٽ دکائي سوچڻ لڳو ته مان، امان بابا کي ڪهڙن لفظن ۾ اهو اطلاع ڏيان ته مان انهن جي سمورن شاندار اميدن تي پاڻي ڦيرڻ وارو آهيان.

محمد گنج جي درگاهه جي تلهي تي ويهي سيد مظهر علي پوسٽ ڪارڊ لکڻ شروع ڪيو:

"نورچشم جمشيد ميان توکي معلوم هئڻ گهرجي ته تنهنجو بابا، ڪجهه سببن ڪري اڃا محمد گنج ۾ آهي. ڪيمپ کڄي چڪي آهي. تنهنجي بابا ڪجهه درخواستون ڪليڪٽر صاحب جي آفيس لکنو روانيون ڪيون آهن. الله بهتر ڪندو. ٻيو احوال هن ريت آهي ته بوٽا بيگم واري ڪيس جي پيشي تبديل ٿي چڪي آهي. ڪليڪٽر صاحب وڏي مهرباني فرمائي هن کي پنهنجي سنڀال ۾ رکيو آهي. تنهنڪري هوءَ ڪيس جي فيصلي تائين پنهنجي ڌيءُ سان گڏ ڪليڪٽر صاحب وٽ الهه آباد ۾ رهندي. آخر ۾ اهو ته تنهنجو بابا چوي ٿو ته پنهنجي سائيڪل کپائي ڇڏ."

ڇهن مهينن ڪانپوءِ جمشيد کي وري هڪ ٻيو پوسٽ ڪارڊ مليو.

"نورچشم جمشيد! اهو معلوم ڪري ڏاڍو اطمينان ٿيو ته تو ٽيوشن ڏيڻ شروع ڪئي آهي. تنهنجي بابا جي اڃا تائين روزگار جي سلسلي ۾ ڪابه بهتري نه ٿي سگهي آهي. هاڻي هو سڄو ڏينهن درگاهه ۾ ويٺو هوندو آهي. اسانکي سڀ کان وڌيڪ فڪر ان ڳالهه جو آهي ته هن جو وقت شايد پورو ٿيڻ وارو آهي. ڇو ته هو اڄڪلهه اسانکي چوندو رهي ٿو ته مونکي بشارتون پيون ملن. ادا وڏي کي به ان جي سلسلي ۾ ڏاڍي پريشاني آهي. دعا ڪندو رهه."

ٻن سالن ڪانپوءِ پوسٽ ڪارڊ آيو:

"نورچشمي منظورالنساءِ هاڻي ان لائق ٿي چڪي آهي ته هن کي سندس گهر موڪليو وڃي. تنهنڪري چند رات هن کي رخصت ڪري وٺي وڃ. تنهنجو بابا هاڻي مستقل نديءَ جي ڪناري ڪٽيءَ ۾ رهندو آهي.

****

ٻہ روپيا هڪ گز واري ڳاڙهي ڪاٽن، گراري ۽ ريشمي ململ جي ڳاڙهي رئي ۽ قميص ۾ ملبوس. ڳچيءَ ۾ چانديءَ جو هار، ملڪ وڪٽوريہ جي دور واري جتي ۽ ڪنن ۾ چانديءَ جون واليون پاتل، ڊگهو گهونگهٽ نڪتل منظورالنساءِ ڪنوار بڻجي برقعي ۾ ويڙهجي ٽانگي مان لٿي. هن هٿن ۾ فريد آباد جون ڳاڙهيون چوڙيون ۽ چانديءَ جون ڪنديون پاتيون هيون. آڱرين ۾ چانديءَ جا ڇلا پاتل هئس. هٿن تي تيز ڳاڙهي ميندي لڳل هئس. ڏورن ۾ چانديءَ جا ڪڙا پاتل هئس. نڪ ۾ موتين واري وڏي نٿ هن جو سونو زيور هو. اهي سارا زيور هن جي ماءُ جي ڏاج جا هئا. صرف هن جا ست جوڙا، گهوٽ جو ريشمي وڳو ۽ ٽامي جا چار ٿانو ۽ مراد آبادي پاندان، سيد مظهر علي، اشرفي لالا کان اوڌر وٺي تيار ڪرائي سگهيو هو. ٽامي جا باقي ٻيا ٿانوَ هن جي زال، منظور النساءِ جي ڄمڻ کان وٺي چوندي چوندي پوئين ڪونيءَ ۾ رکيا هئا. انهن کي ٻيهر قلعي ڪرائي وٺي هئي. نمر جي هيٺان شاديءَ جي دعوت ٿي هئي. گوشت جو ٻوڙ، تنور جون مانيون ۽ زردو پلاءُ نهرائي مهمانن آڏو رکيو ويو هو. چينيءَ جون گلن واريون پليٽون صرف گهوٽ ۽ مولوي صاحب لاءِ هيون. هندو مهمانن لاءِ ٿوري فاصلي تي پنڊت نارائڻ هڪ وڻ جي هيٺان پنهنجي نگرانيءَ ۾ ٻوڙ تيار ڪرايو هو.

شاديءَ جي خرچ ۾ سيد مظهر عليءَ جو وار وار قرضي ٿي چڪو هو. منظورالنساءِ هن جي اڪيلي ڌيءَ هئي ۽ هو هن جي صورت ڏسي جيئندو هو. هن جي دل چاهيو پئي تہ هو اشرفي لال جي وياج جي پرواهہ نہ ڪندي پنهنجي لاڏلي ڌيءُ جي شاديءَ ۾ پنهنجي دل جا سمورا ارمان پورا ڪري وٺي. پر وڪ وڪ تي هن جي غربت جو ڀوت هن جي آڏو ڦري ٿي آيو ۽ دل کي سوڙهو ڪري ويهي ٿي رهيو. جڏهن رخصتيءَ جو وقت آيو تہ هو گهر کان ٻاهر نڪري درگاهہ جي ٿلهي تي خاموشيءَ سان ويهي رهيو هو. ڪنوار جي پالڪي نمر جي وڻ هيٺ رکي وئي هئي. هن کي الوداع ڪندي هن جمشيد کي چيو هو، "پٽ، هيءَ ڏاڏي ٻي زبان ۽ غريب ڇوڪري آهي. تنهنجي نوڪرياڻي بڻجي رهندي. هن جي دل ڪڏهن بہ نہ ڏکوئجان."

ڳاڙهي رنگ جي سوٽي چادر، جنهن تي وڏا وڏا گل ڪڙهيل هئا، اوڍي منظورالنساءِ ڪنڌ جهڪائي پالڪيءَ ۾ ويٺي هئي ۽ پوءِ هن جي ڏولي اسٽيشن ڏانهن رواني ٿي وئي هئي. جهينگر جي زال ۽ هن جي ٻارن ڏاج جون پيتيون پنهنجن مٿن تي کنيون هيون ۽ سيني کان اڳيان موڙ ٻڌي، هٿ ۾ ڳاڙهو رومال ڪٽي جمشيد گهوٽ بنيو، گوبند جي ٽانگي ۾

ويٺو هو.

ٽانگي تان لهي منظورالنساءِ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿي. شهر جي پليل عاليہ هن تي تنقيدي نظر وڌي ۽ ٿورو منهن سڄائيندي چيو.

"امان، ڪنوار پاڄائي اچي وئي."

منظورالنساءِ کي ورانڊي جي ويجهو واري ڪوٺيءَ ۾ ويهاريو ويو. جيڪو هن جو شاديءَ جو ڪمرو هو. هتي پاڙي وارن جي سامهون هن جو منهن ڏسڻ جي رسم ٿي ۽ هڪ هڪ مائي ٻہ روپيا هن جي سامهون وڇايل رومال تي رکندي ٿي وئي. ٻن ڏينهن تائين هوءَ بنا چرڻ ڦرڻ جي پلنگ تي ويٺي رهي ۽ جڏهن ڪا پاڙي جي مائي هن جو گهونگهٽ پٽي ڪنيو تہ هن دستور مطابق شرمائيندي اکيون بند ڪري پٽي ڇڏيون.

ان ڪانپوءِ منظورالنساءِ پنهنجون اکيون کوليون ۽ پنهنجي گهر کي ڏٺو ۽ ننڍڙو گهر هن لاءِ محل جي برابر هو. هتي بجلي هئي، ميز ڪرسيون هيون، چينيءَ جا ٿانوَ هئا، ڪاغذي گلن سان سجيل گلدان رکيل هئا ۽ هن جي نڻان عاليہ اسڪول ۾ انگريزي پٽي پڙهائي.

جمشيد هاڻي ايم اي فائينل ۾ هو ۽ رات دير تائين ٽيوشن ڏئي گهر پٽي هلايائين. هن اوطاق وارو ڪمرو بہ ڪرائي تي ڏئي ڇڏيو هو. پاڻ تيرهين سالن جي عمر ۾ ئي هو تلخ مزاج ۽ ذهني ۽ جذباتي طرح ڪراڙو ٿي چڪو هو.

منظور النساءِ گهر جو سمورو ڪم مشين وانگر سنڀالي ورتو هو. هوءَ ٻئي وقت ماني ٽڪي پچائيندي هئي. وڏي چاهہ سان پنهنجي سس جي تيمارداري ڪندي هئي. هن جا دڙڪا ۽ طعنا ٻڌندي هئي. ڏيرن جي سنڀال ڪندي هئي ۽ عاليہ جي رعب ۾ رهندي هئي. جمشيد هن سان سڌي منهن ڳالهائيندو بہ ڪونہ هو. پر هن کي ان جو بہ ڪو ڏک نہ هو ۽ هوءَ پنهنجي مڙس جي پوڄا ڪندي هئي.

پر جڏهن هوءَ پهرئين ڀار جي پيدائش جي ڪري محمد گنج وئي تہ جمشيد وري هن کي ڪانپور ڪونہ گهرايو. هن سيد مظهر عليءَ جي بيچينيءَ وارن ۽ پوءِ منظورالنساءِ جي خطن جا جواب ڏيڻ بہ ڇڏي ڏنا هئا.

جنگ شروع ٿئي ٽي سال ٿي چڪا هئا. هو مليٽري اسٽورز واري ڪاتي ۾ حوالدار ڪلارڪ ٿي ويو. سال ۾ ئي هن کي ترقي ملي وئي ۽ هو شهر جو گهر ڪرائي تي ڏئي، گهر وارن سميت ڇانوڻيءَ واري هڪ ڪشادي ۽ هوادار ڪوارٽر ۾ منتقل ٿي ويو. هاڻي هو چار سؤ روپيا مهينو پگهار ڪٽندو هو ۽ گهر ۾ سامان سڙي جي ڪا بہ ڪوٽ نہ هئس. اکين جي ڪمزوريءَ ڪري هو ڪميشن

۾ درخواست نہ ڏئي سگھيو هو. جنهن جو هن کي ڏاڍو افسوس هو ۽ ان ئي زماني ۾ هن سگريٽ جو پورو پاڪيٽ رات وچ ۾ ڇڪي منظور النساءِ کي طلاق لکي موڪلي.

جڏهن منظور النساءِ کي ڌيءُ پيدا ٿي تہ سيد اختر عليءَ کي سندس ڪوٺيءَ مان پڪڙي آندو ويو. هن پوٽيءَ کي ڪن ۾ بانگ ڏني ۽ شاهہ منور علي اٿ ڳڻيون دعائون پڙهي ٻار تي ڦوڪيون هيون. پاڙي جي ماين ڇانورن جا لڏو ۽ انّي جا پيڙا ناهي ڏنا هئا. اندر اڱڻ ۾ جهينگر جي زال گهونگهٽ ڪڍي، ڇيلهہ تي هٿ رکي نچي رهي هئي. جڏهن تہ ڳوٺ جي مڱڻهار عورتن سهرا ڇيا هئا. منظور النساءِ ٻار ڄڻڻ مهل مرندي مرندي بچي هئي، تنهنڪري ڪجهہ ڏينهن ڪانپورءِ شڪراني طور بي بي فاطمہ واري دعا پڙهي وئي.

جڏهن ٻار جو عقيقو ٿيو تہ ناني هن جو نالو فرحت النساءِ بيگم رکيو. شاهہ منور علي هن کي تعويذن سان پيري ڇڏيو. آگُر تي دهل پئي وڄيو. منظور النساءِ سائي رنگ جو وڳو پائي ٻار کي ڪڇ ۾ کڻي پٽ تي ويهي ساهيڙين کي ڪانپور شهر جا حيرتناڪ قصا پئي ٻڌايا تہ رستن تي هر وقت ٽون ٽون ڪنديون ڪارون هلنديون آهن، وڏا وڏا ڪارخانا آهن ۽ مان هن سان گڏ سينيما بہ وئي هيس.

+ + + + + +

سيد مظهر عليءَ جي زال خاموش ٿي ويهي رهي. ڳوٺ جون سڀئي عورتون اڱڻ ۾ گڏ ٿي ويون. ننڍڙي ڇوڪري، جنهن جي نرڙ تي نظر جو ٽلڪ لڳل هو ۽ ٻانهن ۾ ڪاري ڏوري ٻڌي وئي هئي، ساڳيءَ طرح کلندي رهي. ٻاهر نمر جي هيٺان توقير ميان، گوبر چاچا، شيخ رمضان، مولوي محمد حسن، پنڊت لڇمڻ نارائڻ، گوسائين ۽ گوبند ڪنڌ جهڪائي ويهي رهيا. شاهہ منور علي درگاهہ ۾ خاموشيءَ سان وڃي ويهي رهيو. هن صرف هڪڙو نعرو هنيو. "۽ هن ڏاڍي وڏي جاندار عطا ڪئي آهي. شڪر آهي، شڪر آهي."

سيد اختر علي، گومتيءَ جي ڪناري مراقبي ۾ مصروف ٿي ويو. هن کي ڪنهن اهو اطلاع ئي نہ ڏنو.

ڪيترائي سال گذري ويا. ٻار کي هن جي ناني پالي رهي هئي. منظورالنساءِ رڌپچاءَ ڪانپورءِ گهٽو وقت وڻ جي هيٺان ويهي قصيدا پڙهندي هئي. ڪڏهن هوءَ ميلاد اڪبر کولي ويهي رهندي هئي ۽ آهستي آهستي چپ چورينديهئي.

گرميءَ جي طويل منجهند جي خاموشيءَ ۾ سياري جي رات جي سرد اوندهہ ۾ هن جو آواز ان ننڍڙي گهر ۾ گونجندو رهيو.

اڪثر هوءَ ماني پچائيندي

پڇائيندي فرحت النساءِ جون چوٽيون ڪندي، اوچتو ئي اوچتو هڪ شعر جهونگارڻ لڳندي هئي. جيڪو هن مولوي محمد حسن جي زال کان ٻڌو هو.
ٻہ گل ساڻ ٽڙيا، قسمت جدا جدا هئن،
هڪ قبر تي پيو هو، ٻيو سهري ۾ لڳو هو.

هن جي اندر ۾ ڇري ڪپي وئي ۽ سوچڻ لڳندي هئي تہ تہ هن جي سهري ۾ هاڻي نہ ڄاڻ ڪهڙو گل لڳندو. روز هوءَ ان انتظار ۾ هوندي هئي تہ هاڻي شهر مان اطلاع ايندو تہ جمشيد ڪنهن بي. اي. پاس ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏي آهي. پر ڏينهن گذرندا ويا. ڪجهہ بہ نہ ٿيو ۽ پوءِ هوءَ اها اميد ڪندي هئي تہ شايد جمشيد ورُس موٽي ايندو.

اهي پور پڇائيندي ويهن ورهين جي عمر ۾ هوءَ چاليهن سالن جي عورت لڳڻ لڳي هئي.

****

مير صاحب جي پٽ سلمان مرزا کي بمبئي وئي عرصو ٿي چڪو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو الهہ آباد ايندو هو ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪانپورءِ غائب ٿي ويندو هو. سندس نالي سان جڙيل "قصر سلمان" جي هڪ پاسي واري ڪمري ۾ بوٽا بيگم پنهنجي ڌيءُ بسنتيءَ سان گڏ ڪجهہ سالن کان رهيل هئي. هن جو ڪيس سپريم ڪورٽ تائين ويو هو ۽ هوءَ ڪيس ڪٽي نواب شمس آراءِ بيگم ۽ نواب پوري، ٻنهي کي شڪست ڏئي چڪي هئي ۽ هاڻي دعائون گهرندي هئي تہ هاڻي ڪنهن شريف پڙهيل نوجوان سان بسنتيءَ جو نڪاح ٿي وڃي. "قصر سلمان" ۾ هن جي حيثيت گهر سنڀاليندڙ عورت جي هئي. هر خميس جو هوءَ مجلس بہ پڙهندي هئي ۽ جڏهن نانيڙي مير، مسوريءَ کان موڪلن ۾ گهر آئي تہ هن جي ڪپڙن جي سنڀال بہ بوٽا بيگم جي ذمي هئي. هوءَ اٿندي ويهندي ڪليڪٽر صاحب کي دعائون ڏيندي رهندي هئي. ڪليڪٽر صاحب رٽائر ٿي چڪو هو ۽ پنهنجي ڪمري ۾ آرام ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيو تصوف جا ڪتاب پڙهندو رهندو هو. بسنتي بيگم اسڪول ويندي هئي ۽ واپس اچي ڪمري ۾ ويهي آبي رنگن سان تصويرون ناهيندي هئي.

جنهن ڏينهن اسڪول جي ساليانى نمائش دوران بسنتيءَ کي سؤ روپيا انعام مليو تہ بوٽا بيگم سجدي ۾ ڪري دير تائين دعائون گهرندي رهي. سالن کانپوءِ هن جي هٿ ۾ سؤ جو نوٽ آيو هو. هن جو ٿورو گهڻو زيور، ڳوٺ جي ٽي جريب زمين ۽ محمد گنج ۾ اباڻو گهر، سڄو اثاثو ڪيس جي نظر ٿي ويو هو. هاڻي مير صاحب هن کي مهيني ۾ ويهہ روپيا پگهار ڏيندي هئي. پان سگريٽ جو خرچ بہ مير صاحب پنهنجي ذمي ڪيو هو. ٻنهي وقتن جي ماني بوٽا

بيگم، بسنتي، ڪراڙي انا نيازيءَ جي لاءِ پوئين وراندي ۾ ميز تي لڳائي ويندي هئي.

سمهڻيءَ جي نماز ڪانپوءِ اڪثر بوتا بيگم پنهنجي جوان پٽ کي ياد ڪري تڙپندي هئي ۽ ڳوڙهن سان هن جي سجدي گاهه پرجي ويندي هئي. محرم جي ڏينهن هوءَ "علمن" کي چمي ڏيندي تعزين جي مٿي اکين سان لڳائيندي هئي ۽ حضرت علي ع جي سيج ۽ ذو الجناح جي اڳيان بيهي گهڙي گهڙي پئي دعائون گهرندي هئي، "يا مولا! يا مشڪل ڪشا! يا سيدالشهداءِ! يا امام مظلوم! بسنتيءَ جو نصيب ڪول ته مان بسنتيءَ کي عزت آبروءَ سان ڪنهن جي حوالي ڪيان."

اهڙي وقت سؤ جو نوٽ بسنتيءَ هن کي اچي ڏنو ته هن کي احساس ٿيو ته هيءُ نوٽ نياڻيءَ جي صلاحيت ۽ محنت جو صلو آهي ۽ ڪيس دعائون ڪرڻ لڳي، "يا الاهي هن جو مقدر سنو ڪر."

آنند موهن گهوش اسڪول جي هيڊ ماسترياڻيءَ جو ننڍو ڀاءُ هو. نمائش ۾ بسنتي بيگم جون تصويرون ڏسڻ ڪانپوءِ هن ايل. ايم سين کي لکيو، "جيڪڏهن مان توهان کي چوان ته مون هڪ جينيس کي ڳولهيو آهي ته اوهانکي يقين نه ايندو."

ايندڙ پيري لکنو آرٽ اسڪول جو پرنسپال ايل. ايم. سين جڏهن الهه آباد آيو ته مس ريبا گهوش هن کي پنهنجي باصلاحيت شاگردياڻيءَ سان ملايو.

ايندڙ سال مئٽرڪ ڪانپوءِ بسنتي بيگم سرڪاري وظيفي تي لکنو آرٽ اسڪول ۾ داخل ٿي وئي. اڃا هوءَ ٽئين سال ۾ هئي ته بوتا بيگم سخت بيمار ٿي پئي ۽ هن پاڻ کي بسنتي بيگم چورائڻ ختم ڪري ڇڏيو. چو ته اهو نالو هن جي شديد ڏک واري دور جي نشاني هو. ايف. اي. ڪرڻ ڪانپوءِ هوءَ پنهنجي پراڻي اسڪول ۾ ڊرائنگ ٽيچر ٿي وئي. هن بوتا بيگم کي چيو، "مان تيرنهن سالن جي عمر کان ڌڪا کائي رهي آهيان. ستن سالن کان اسين هن محل ۾ رهون پيا. مونکي مفت جا ٽڪر کائيندي هاڻي شرم ٿو اچي. مونکي سوا سؤ رپيا مهيني جي هاڻي نوڪري ملي چڪي آهي. شام جي وقت مان ٽيوشن به ڏينديس ۽ ڪرائي تي گهر وٺي رهندس. تنهنڪري هاڻي سامان ٻڌڻ جي ڪر."

"ڌيءُ، اڪيلا ڪيئن رهنداسين؟" بوتا بيگم ٻڌتر مان چيو.

"امان!" هن بيزاريءَ مان بحث ڪرڻ جو صفا ارادو ختم ڪندي جواب ڏنو. "مان اها بسنتي بيگم ناهيان، جنهن کي نواب پوري جا سپاهي ڪٽي ويا هئا ۽ ٻي ڳالهه اها ته مان اڪيلي ناهيان. بلڪ سڄو عوام، سڀ محنت

ڪش مون سان گڏ آهن." هن آنند موهن گهوش جا لفظ ورجايا. جنهن هن کي هڪ ڀيرو پرجوش انداز ۾ چيو هو. "آزادوطن جو عوام سمورو پورهيت طبقو توسان گڏ آهي."

بوتا بيگم کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيو ته هيءَ نئين بسنتي ڪهڙيون پئي ڳالهيون ڪري. هن وچي مير صاحب سان ڳالهه ڪئي.

"مان سمجهان ٿي." مير صاحب آهستي جواب ڏنو. "منهنجو پٽ به اهڙيءَ طرح گهر جو عيش آرام ڦٽائي، رولاڪ بڻجي ويو آهي. اڄڪلهه جو اولاد اهڙو آهي، جنهن کي سمجهڻ ڏاڍو مشڪل آهي. هو هميشه پنهنجي مرضي هلائيندا آهن. خميس تي ايندي رهجانءِ، مان گاڏي موڪليندي رهنديس."

بوتا بيگم روئڻ لڳي.

****

سلمان هڪ ڏينهن الهه آباد آيو ته آنند موهن گهوش هن سان ثريا حسين جو ذڪر ڪيو. جيڪا صحيح معنيٰ ۾ عوامي آرٽسٽ بڻجي چڪي هئي. چو ته هن جو هڪ هاري خاندان سان واسطو هو. شام جو موهن گهوش، سلمان کي پراڻي پاڙي جي هڪ ننڍڙي گهر وٺي ويو ۽ دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪيائين. بوتا بيگم اندرا ڏٺو.

"مس حسين آهي؟" موهن گهوش پڇيو.

"ڪير؟"

"مس حسين!"

بوتا بيگم کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. "بسنتي" هن آواز ڏنو ۽ هوءَ دروازي طرف وئي.

"اڙي بسنتي بيگم!" سلمان حيرت ۽ خوشيءَ سان چيو.

"تون ايتري پراسرار بڻجي وئينءَ! مان هتي مس حسين جي خوف ۾ ويٺو ڏڪي رهيو آهيان."

ثريا حسين خوشيءَ مان ٽهڪ ڏنو.

"اچو. اچو. اندر اچو."

بوتا بيگم متي تي رئو رکي جلدي اندر لڪي وئي. ثريا ٻنهي ڄڻن کي هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ وٺي وئي. جيڪو سن جو اسٽوڊيو به هو. سلمان چوطرف نهاريو ۽ چيو. "حد آهي! ڪمال آهي!"

هن ته قصر سلمان ۾ ثريا کي بوتا بيگم جي ڌيءَ بسنتيءَ جي حيثيت سان ڏٺو هو. جيڪا هن کان اڪثر پردو ڪندي هئي ۽ اڪثر هيڏي هوڏي پئي لڪڻ جي ڪندي هئي. هاڻي هوءَ باصلاحيت آرٽسٽ ثريا حسين جي نگارخاني ۾ ويٺو هو. هاڻي هن ثريا کي پهريون ڀيرو ڏيان سان ڏٺو ۽ حيرت ٿيس ته هوءَ اڄ تائين ڪٿي لڪل هئي.

سلمان کي وري الهه آباد موڪليو ويو هو. هو ثريا کي ڊانس،

پروگرامن ۽ سياسي ۽ ادبي محفلن ۾ پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ لڳو هو ۽ هوءَ سندس دوستن جي حلقي ۾ شامل ٿي وئي هئي.

ثريا جنهن طبقي مان آئي هئي، اهو طبقو انهن نوجوانن لاءِ روشنيءَ جي راهه جيان هو. هوءَ پاڻ به خطرناڪ طريقي سان وڏيرا شاهيءَ جي ظلم جو شڪار رهي چڪي هئي ۽ اهي سڀ هن ڪان ٻڌڻي درگا ڪندي جا قصا ٻڌندا هئا. جتي هن کي ڇهه مهينا قيد رکيو ويو هو. هوءَ ان قيامت جهڙي رات جو ذڪر ڪندي هئي، جڏهن ٻن بدمعاشن هن جي اڪيلي پيءُ کي ماري ڇڏيو هو ۽ هوءَ پنهنجي انڌي ۽ حسرت جي ماريل پيءُ کي ياد ڪندي هئي، جو اهڙي ته درد ڀرئي انداز ۾ مرثيا ۽ سوز پڙهندو هو، جو ٻڌندڙن جو هنيانءُ ڏري پوندو هو. هوءَ ساٿين لاءِ هيروئن ۽ سلمان لاءِ آدرش بڻجي چڪي هئي. ان زماني ۾ هن پرائيويٽ بي. اي. به ڪري ڇڏي هئي.

ننڍڙي مير هاٿي ڪاليج ۾ هئي. بوٽا بيگم، قصر سلمان وڃي مجلسون پڙهندي هئي. پر ثريا هن سان تمام گهڻ ويندي هئي: هن جي ۽ سلمان جي دوستيءَ جي باري ۾ خيال ڪري بوٽا بيگم جي دل ڏڪي ويندي هئي. "متان صاحب ۽ مير صاحب، مونکي نمڪ حرام سمجهين."

هوءَ ڏڪي ڏڪي سوچيندي هئي. پر ثريا کي ڪجهه به چوڻ جي همت نه ٿيندي هيس ۽ هوءَ قصر سلمان ڏانهن ڊڄي ڊڄي پئي ايندي ويندي هئي. مير صاحب ته ان سلسلي ۾ ڪو به ذڪر ڪرڻ شروع ڪيو هو.

اپريل 1947ع ۾ ننڍڙي مير، ايف. اي. جو امتحان ڏنو ۽ ان ئي مهيني والدين سان گڏ هميشه جيان مسوري هلي وئي. سلمان الهه آباد ۾ هو. جڏهن ورهاڱي جو اعلان ڪيو ويو.

جنگ ڪانپورءِ اهو ڪاتو ئي ٽٽي ويو، جنهن ۾ جمشيد ملازمت ڪندو هو. هاڻي هو عمر وڌي وڃڻ ڪري آئي. سي. ايس ۽ پي. سي. ايس جي امتحانن ۾ نه پئي ويهي سگهيو. ورهاڱو ٿيندي ئي هو قسمت آزمائڻ لاءِ ڪراچي روانو ٿي ويو.

****

سڄو ڏينهن ٺڙ ٺڙ ٿيندي رهي هئي. تيز تيز قدم کڻندي سلمان، ثريا جي گهر پهتو. شام ٿي چڪي هئي. گهٽيءَ ۾ ڏيڏر "ٽان ٽان" ڪري رهيا هئا. پاڙي ۾ ريڊيو وڄي رهيو هو ۽ پنجاب ۽ دهليءَ تان نڪرڻ وارن پناهگيرن جون ايذريسون هنن جي مائٽن کي ٻڌايون ٿي ويون. فضا ۾ عجيب قسم جي نراسائي ۽ ويراني هئي. سلمان جي قدمن جي آهٽ ٻڌي ثريا لوهي سيخن واري دريءَ مان جهاتي پاتي. هو اندر آيو. ثريا هن لاءِ ڪرسي، دريءَ جي ويجهو سوري ورتي.

"هڪدم گهڻ تي وڃي آهي."
هن خالي خالي آواز ۾ چيو. سلمان ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏئي واچ تي نظر وڌي ۽ سگريٽ دکايو.
"وقت تمام ٿورو آهي." هن آواز کي توازن ۾ آڻي چيو. "مونکي يقين آهي تہ ڪنهن بہ مشڪل ۾ تنهنجا قدم ڪون ڏڪندا. تون هميشہ اسانجو ساٿ ڏيندينءَ. ٺيڪ آهي نہ ثريا؟" اوچتو هن جي آواز ۾ ٻارن جهڙو لهجو لهي آهي. ننڍڙي ميم صاحب جهڙو لهجو.
"تقرير نہ شروع ڪر." ثريا بيزاريءَ سان چيو. "مان ايترن سالن کان لڳاتار تنهنجون تقريرون ٻڌي رهي آهيان. ڪرائسس، آدرش، اصول، اتحاد...."
تون بہ اسانکي مايوس ڪري رهي آهين ڇوڪري. اسانکي مايوس نہ ڪجانءِ." سلمان ڇرڪندي ڏاڍي تڪليف مان چيو.
"مايوس! تون انسانن پاران اجا تائين خوشفهميءَ ۾ ورتل آهين."
گهڻيءَ ۾ ريڊيو جو آواز گونجڻو. "شري نوابچند جو خاندان ريل ذريعي پشاور کان امرتسر پهچي رهيو آهي. نواب فضل دين وڪيل جو خاندان خيريت سان هوشيارپور کان لاهور پهچي ويو آهي. چوڌري ٽيڪارام ۽ ان جي خاندان لاءِ هڪ گاڏي جهلم وڃي رهي آهي. هڪ دفعو ٻيهر ٻڌي وٺو."
"ثريا!" سلمان ساڳئي ڏک مان چيو، "تون تجريدي تصويرون ناهي ناهي حقيقت کان بلڪل ڪٽجي وئي آهين."
"هڪ ٻيو اجايو خيال! سلمان مرزا، مان تو سان آرٽ تي بحث نہ ٿي ڪرڻ چاهيان. اهو تنهنجو ميدان ناهي."
هوا جي تيز جهوٽي سبب دريءَ جا تاڪ زور سان کلي ويا.
"مان هتي ويهي روز شام جو خبرون ٻڌندي آهيان. پر تنهنجن گهر وارن جي خيريت اجا تائين ڪانہ ٻڌي اٿم." هن جي آواز ۾ ٿوري بيرحمي هئي.
"هڪ دفعو ٻيهر ٻڌي ڇڏ. مس مرزا!" سلامن جو ساهہ ڇڻ رڪجي ويو ۽ هن جو رنگ اچو ٿي ويو. "اچر جي ڏينهن فوجي ڪانواءِ سان مسوريءَ کان لاهور روانا ٿيا آهن ۽ ڊاڪٽر هري رام مهتو، سردار خوشحال سنگهہ ۽ لالا گلابچند بہ ساڻن گڏ هئا."
ڪجهہ دير تائين مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي. سلمان ساڳيءَ طرح خاموش ويٺو رهيو. ثريا پريشانيءَ مان هن کي ڏٺو. هنکي پنهنجي ڪميٽاٿپ تي شرمساري ٿي. هوءَ جلديءَ سان هن کاءِ ڇانهہ ناهي آئي.
ڪجهہ ڏينهن ٿيا جو مام جو خط آيو هو." سلمان ڇانهہ ۾ ڪنڌ گهمائيندي آهستي چيو. "جڏهن مسوريءَ وارو بنگلو جلايو ويو. ان جي ٻئي ڏينهن هن لکيو هو. هوءَ ننڍڙي ميم جي ڪري

ڏاڍي پريشان آهي. هيستائين سوين نوجوان ڇوڪرين کي اغوا ڪيو ويو آهي."

"نہ گهبراءِ!" ثريا هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

"اهي سڀ خيريت سان پهچي ويندا."

ڪمري جي بجلي هلي وئي.

"مونکي هڪ سگريٽ دکائي ڏي."

ثريا، فرش تي هٿ گهمائي سگريٽ ۽ ماچس تلاش ڪيو ۽ هن جي هٿ ۾ ڏنو. سلمان سگريٽ دکايو. ثريا موڙي تي چپ چاپ ويٺي رهي. ڪجهہ دير ڪانپوءِ سلمان آهستي چيو، "بابا، بهار جي هڪ بکايل ڳوٺ جي هڪ گهراڻي ۾ فڪر ۽ بک جو اثر قبوليندڙ صوفين جي هڪ خاندان ۾ پيدا ٿيو هو. هو پي. سي. ايس. ۾ پاس ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح هو مٿئين طبقي ۾ شامل ٿي ويو. پر ذهني طور تي هو هميشہ فقير رهيو. مونکي مام ۽ ننڍڙي پيڻ جو ڏاڍو فڪر آهي. هنن کي وڏن شديد صدمن کي منهن ڏيڻو آهي."

"اوهانجو مسوريءَ وارو بنگلو جلايو ويو؟" ثريا پڇيو

"ها!" اوندهہ مان سلمان جو آواز آيو. جنهن نظام هن جنونيت کي جنم ڏنو. انهيءَ ئي جنونيت جي هٿان سماج جا محل جلايا ويا. پر ثريا صرف اڄ ان

ڪري انهيءَ تضادن کي وڏيڪ اهميت ملي رهي آهي تہ ماضيءَ جا سمورا محل سڙي رک ٿي ويا. پر اڃا بہ هنن ڍيرن جي بنيادن تي پنهي ملڪن ۾ نون سرمائيداراڻا محل اڏيا. ڪالهہ جي جاگيردارن جي بدران اڄ جي سرمائيدارن جي اهميت وڌندي. اسانجي اصل جدوجهد جي شروعات اڄ کان شروع ٿي رهي آهي." هن ماچيس جي تيلي دکائي ٽائيم ڏنو ۽ ٽڪڙو اٿي بيٺو. "ثريا مونکي سرحد پار موڪليو پيو وڃي. منهنجو ساٿ ڏينديءَ."

هوءَ خاموش ٿي وئي.

"مون سان گڏ توکي سچي زندگي تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون ۽ خدا چاڻي ٿو تہ تون زندگيءَ ۾ ڪجهہ آرام، ٿوري آسائش جي مستحق آهين. پر مون سان گڏ توکي دل جو سڪون، ذهني سڪون ۽ منهنجي اٿاهہ محبت ملندي."

"تون اتي وڃي خبر ناهي ڪٿي ڪٿي پيو رلندين. مان ڪاڏي ويندس؟"

"تون سپاهي عورت آهين ثريا. جنگ جاري آهي، صرف محاذ بدلجي ويندا."

هوءَ خاموش ٿي وئي.

"ثريا!"

هوءَ خاموش رهي.

هو پٽ سان لڳي ويهي رهيو.

"ثريا!" هن آخري ڀيرو پڇيو.

هوءَ وري چپ رهي.

ڪنهن پاسي واري گهر ۾ بتي ٻاري. ان جي ٿوري روشني دريءَ مان پار ٿي ڪمري ۾ پوڻ لڳي. سلمان ثريا تي نظر وڌي ۽ هڪ لمحي لاءِ اکيون بند ڪري ڇڏيون. جڻ آخري ڀيرو هن جي تصوير پنهنجي دل ۾ محفوظ ڪرڻ چاهيندو هجي. هو ٿڌو ٿي ويو ۽ نارمل انداز ۾ چيائين، "ڇڱو سائين! ثريا بيگم! هاڻي مان هلان ٿو. صبح جو سوير سفر تي روانو ٿيڻو آهي. ڪا ٻي زندگي منهنجي منتظر آهي."

هن ٿورو ڪلي ان ۾ اضافو ڪندي چيو. "خدا حافظ!" هن هٿ اڳتي وڌايو.

" Come on shake hand like a man"

هوءَ ساڳيءَ طرح چپ چاپ ويٺي رهي.

پوءِ هوءَ پنهنجي جاءِ تان اٿي ۽ اوچتو ئي اوچتو هن کي چنبڙي وئي.

"سلمان...سلمان....سلمان!"

هن سلمان جي ڪلهن سان پنهنجو منهن مهٽيندي چيو. "مان ٿوري دير لاءِ تنگ نظر ۽ بزدل ٿي وئي هيس. مان تو سان گڏ آهيان. مان هميشه هميشه لاءِ تنهنجي ساٿي آهيان. مون تي ڀروسو ڪر. مان توکي ڪڏهن به مايوس نه ڪنديس. مان توکي ڪڏهن به دوکو نه ٿي ڏئي سگهان."

سلمان هن کي پنهنجي ٻانهن جي گهيري ۾ آڻي، هن جي گهنگريالن وارن تي هٿ ڦيريو. پوءِ هن آهستي پڇيو، "واعدو!"

"واعدو!" ثريا ڳوڙهن ڀريئي آواز ۾ وراڻيو.

"ملاءِ هٿ." سلمان چيو.

"But not like a man" ثريا ساڳئي وقت روئندي ۽ کلندي جواب ڏنو. هن جي دل ۾ مامتا جهڙي شفقت جو سيلاب وهي رهيو هو. جيڪو هر ڇوڪري پنهنجي محبوب لاءِ محسوس ڪندي آهي.

"ٺاهه!"

"ٺاهه...سلمان. ڇا تون منهنجي وقتي ڊپريشن ڪان ايترو ڊڄي وئين....." توکي خبر اهي تہ مان ڪيتري موڊي آهيان؟"

"اوهانجي ڇا ڳالهه ڪجي! پڪاسو جي ماسي نہ تہ... اڇا اهو ٻڌاءِ تہ هاڻي ڪيستائين اچي سگهين ٿي؟"

"جيئن ئي اسڪول مان استعفيٰ منظور ٿي ويندي. مونکي پنهنجي خيريت جو اطلاع پهچنديئي ڏجان سلمان."

هو دروازي تائين ويندي ڪجهه لمحن لاءِ اڌ اونداهي ڪمري ۾ بيٺل هن اڪيلي باهمت ڇوڪريءَ کي ڏسندو رهيو ۽ جلدي گهٽيءَ ۾ ڪاهي پيو. گهٽيءَ جي موڙ تائين پهچي هو

ٿوري دير لاءِ بيٺو ۽ آخري ڀيرو هن ننڍڙي گهر تي نگاهه وڌي. جنهن کي هن سالن تائين پنهنجي جدوجهد جو نشان ۽ پنهنجي اميدن جو مرڪز بڻايو هو. هتي ڪيٽريون ٿي شامون پنهنجن دوستن سان ويهي هن سائنسي ماديت ۽ انقلاب تي بحث ڪندي گذاريون هيون. ثريا کي پنهنجا پسنديده ڪتاب ڏنا هئا. ٽالسٽاءِ، گورڪي، جواهر لال نهرو، ڪرسٽوفر ڪاڊويل، هارڊ فاسٽ (جن مان اڪثر ڪتاب ثريا ابتدائي صفحن کان وڌيڪ ڪونه پڙهيا هئا.) هن ثريا کي اهم مضمون ۽ اسپين جي خانه جنگيءَ جي باري ۾ واقعا پڙهي ٻڌايا هئا. هو پڙهندو رهندو هو ۽ هوءَ سامهون تصويرون ڏاهيندي رهندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هو چڙ ۾ چوندو هو، "ثريا....ثريا....تون ته بلڪل جاهلن واري ڪار پئي ڪرين! ٻڌ، لينن ادب جي باري ۾ ڇا چيو آهي."

"ثريا...ڇڏ نه ٿيءُ...بالزاڪ کي پڙهه...."

"ثريا...هن ڀيري تون يونيورسٽي جوائن ڪر."

"سڄي دنيا منهنجي يونيورسٽي آهي." هوءَ اکيون گهمائي وڏي ڊرامائي انداز ۾ گورڪيءَ جو جملو ورجائيندي هئي. پوءِ هو ٻئي ڏاڍو کلندا هئا.

هڪ رات هن، ثريا کي جوليس فيوچڪ پڙهي ٻڌايو هو ۽ ڪتاب پورو ڪرڻ ڪانپوءِ هو روئڻ لڳو هو.

مڪمل ذهني هم آهنگي، مڪمل جذباتي هڪ جهڙائي ڪيڏي نه خوبصورت ۽ مڪمل دوستي انهن ٻنهي جي وچ ۾ هئي. ثريا حسين ۽ سلمان مرزا...هن نرم ۽ نازڪ، ذهين، دلڪش ۽ بهادر هاري ڇوڪريءَ ۾ سلمان کي پنهنجي خوابن جي تعبير ملي وئي هئي. مستقبل جي عورت، ايندڙ سماج جي هيروئن، جيڪا محبوبه، ڀيڻ، زال ۽ ماءُ، مطلب ته عورت جي هر روپ ۾ مڪمل ثابت ٿي سگهي پئي. هن کي ڪنهن خانداني وقار جي ڪسڄڻ، جنهن جي محل جي جلڻ جو ڏک به نه پئي ٿي سگهيو. ڇو ته هوءَ جنهن طبقي جي فرد هئي، تنهن کي پنهنجي زنجيرن ڪانسواءِ ڪجهه وڃائڻو نه هو.

هن وٽ هڪ به ريشمي ساڙهي ڪانه هئي. هوءَ زيورن جي نالن کان اڻواقف هئي. پائوڊر ۽ سرخيءَ کان هن کي نفرت ٿيندي هئي. فيشن وارن سوسائٽين جي پارٽين جو ذڪر هن لاءِ وحشتناڪ هو. هوءَ ننڍي ميم صاحبه کي رحم جي قابل سمجهندي هئي ۽ همدرديءَ سان اڪثر سوچيندي هئي ته "يا الله! هيءَ ويچاري پنهنجي زندگي موٽر ۾ سوار ٿي هڪڙي پارٽيءَ کان ٻي پارٽيءَ ۾ ويندي ۽ سومئنگ ۽ رولر اسڪيٽنگ ڪندي گذاري ڇڏيندي!"

سلمان اڪثر پنهنجي ڀيڻ کي

چوندو هو. "هل تہ اڄ توکي ثريا وٽ وٺي هلان. ڊنگ جون چار ڳالهيون تنهنجي ڪن ۾ پونديون."

"ڪڏهن بہ نہ." هوءَ جواب ڏيندي هئي، "هڪڙي ڳالهہ اها تہ اسانجي ڪاليج ۾ فينسي ڊريس شو آهي. بيو تہ ثريا باجي ايترو تہ رعب سان مون سان ڳالهائيندي آهي جو مونکي روئڻ اچي ويندو آهي."

"ثريا کي تون سمجهڻ ئي نہ ٿي چاهين ۽ تون بہ ڇا ڪرين. پنهنجي طبقي جي نمائنده ڇوڪري جو آهين." هو کلي چوندو هو.

انهيءَ سال ثريا جون تصويرون آل انڊيا نمائش جي سلسلي ۾ دهليءَ موڪليون ويون تہ اسٽوڊنٽس فيڊريشن پاران ان جو "ون مين شو" الهہ آباد ۾ ڪيو ويو ۽ ايل. ايم. سين. لکنوءَ مان اچي ان جو افتتاح ڪيو. وڏا وڏا اديب ۽ دانشور انهيءَ ويران گهر ۾ هن سان ملڻ ايندا هئا. جنهن جوسڄو فرنيچر ڪجهہ موڙن ۽ ٻن ٽن ڪرسين تي مشتمل هو. سلمان کي ان ثريا تي ڪيترو فخر هو. اهو هن جي دل ئي ڄاڻو پئي. اڄ هو ان ثريا کي هڪ اڻڄاتل عرصي لاءِ اڪيلو ڇڏي گهڻو دور وڃي رهيو هو.

ثريا جي ڪمري جي دري بند ٿي وئي. سلمان بيو سگريٽ دکايو ۽ تيز تيز قدم کڻندو اونداهي رات ۾ گهٽيءَ مان نڪري ويو.

نئين ملڪ ۾ پهچي سلمان سال تائين روپوش رهيو. هن کي اهو معلوم نہ ٿي سگهيو تہ گهر وارا ڪٿي آهن. ٿي سگهي ٿو اهي بياس ندي پار ڪندي ماريا ويا هجن! پر هڪ رات هن کي اطلاع مليو تہ هن جا والدين ۽ پيڻ لاڙڪاڻي ۾ پيا رهن. پنهنجون حالتون نيڪ ٿينديءَ ئي هو لاڙڪاڻي پهتو. پرشور ۽ ڏوڙ وسندڙ بازار مان گذرندو سنڌي عاملن جي سيني گهرن تي نظر وجهندو ويو، جن ۾ هاڻي يو پي جا مهاجر آباد هئا. آخر هو انهيءَ پتي تي پهچي ويو، جيڪو هن کي ٻڌايو ويو هو.

هي گهر ڪنهن هندوءَ جو هو. دروازي تي هنومان جي، لڪشمي ۽ گڻيش جون مورتيون لڳل هيون. ڏاڪڻ تي رنگ برنگي چٽسالي ٿيل هئي. هن ڌڙڪندڙ دل سان اندر جهاتي پاتي. ماما اڱڻ تي چلهہ جي ويجهو ڪاڏو تيار ڪري رهي هئي. بابا پلنگ تي ليٽي ڪجهہ پڙهي رهيو هو. هو آهستي وکون کڻي اندر آيو.

"بابا" پٽس، حافظ جو ديوان هڪ طرف رکي ويهاڻي جي سهاري ويندي چيو. "مان تنهنجي استقبال لاءِ اٿي نہ ٿو سگهان. ڇو تہ منهنجا پير مفلوج ٿي چڪا آهن.

"پٽ!" ٿوري دير ڪانپوءِ ماڻس هن جي آڏو ماني رکندي چيو. "جيڪڏهن ممڪن هجي تہ ڪراچيءَ ۾ گهر وٺي

اسانکي اتي گهرائي وٺ. هتي هن جي علاج ۾ ڏاڍي مشڪل پئي ٿئي. سڄي دنيا جي بيمارين اچي هن کي وڪوڙيو آهي."

"صوبائي سروس جا ڪاغذ پينشن لاءِ اڃ تائين سرڪاري دفترن ۾ اٽڪيل آهن. قصر سليمان کي جائداد قرار ڏنو ويو آهي. الہ آباد بينڪ اطلاع ڏنو آهي تہ هنن اڪائونٽ منجمد ڪري ڇڏيا آهن. جيستائين ٻنهي ملڪن وچ ۾ پراپرٽي جي سلسلي ۾ ڪو معاهدو نہ ٿو ٿئي. تنهنجي ماءُ جي زمين، زمينداريءَ جي خاتمي جي ڪري هلي وئي، وغيره وغيره"

بابا، ڏاڍي ڏک مان چيو.

ننڍڙي ميم، اسڪول ۾ پڙهائي موٽي ۽ سلمان کي ڏسي عجب ۾ پئجي وئي. هو ڏاڍو سنهو ۽ ڪارو ٿي ويو هو. ننڍڙي ميم جو رنگ بہ اس ۾ ڪومائجي ويو هو. ٻئي ڀاءُ ڀيڻ هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي ٻارن وانگر روئڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن ڀيڻ، سلمان کي چيو، "ادا...ٿي سگهي تہ اسانکي ڪراچي وٺي هل. منهنجي پڙهائيءَ جو ٻيو سال برباد ٿي رهيو آهي.

"اتي هڪ جڳهہ جي باري ۾ ٻڌو آهي، جنهن کي الاهي بخش ڪالوني ٿا چون. جتي ڪرائي تي سستا ڪوارٽر ملن ٿا. اتي انتظام ڪر. اسان کان پئسا وٺي وڃ." ماڻس چيس.

"پئسا آهن؟" سلمان پڇڻ لڳو.

"مسوري مان نڪرندي وقت جيڪي زيور گڏ هئا، اهي هيستائين وڪرو ڪيا پيا وڃن. ننڍڙي گريجوئيٽ ناهي. ان ڪري سندس پگهار بلڪل ٿورو آهي. ماڻس جواب ڏنو.

"هن کي بي اي. بي ٽي. ڪرڻ گهرجي." پٽس چيو.

"پٽ...ويندي شرط گهر گولهجانءِ." ماڻس وري چيو.

"جي، بلڪل."

"چانهہ پي وٺ."

"جي، اچا"

"ڪراچيءَ ۾ بہ پنهنجي ڪاڏي پيتي جو خيال رکجانءِ."

"جي بلڪل."

هو گهڻي وقت کان هڪ قسم جي خطرناڪ زندگي گذاري رهيو هو. ميم صاحب ظاهري طرح تہ ان جي عادي ٿي چڪي هئي، پر دل ۾ ڏاڍو پئي ڪڙهندي هئي تہ هن جي چنڊ جهڙي پٽ جي سالن کان ڪهڙي نہ خراب حالت ٿي وئي آهي. اهو ڏسي هن جي دل ۾ خون گردش ڪرڻ لڳندو هو. هن جا ڪهڙا ڪهڙا ارمان خاڪ ۾ ملي ويا هئا. وطن ۾ هئي تہ سيئي ساهيڙيون پري کان پيون پڙ پڙ ڪنديون هيون. خاندان جي خواري ڪرائي ڇڏيئين...انجم آرا جو اڪيلو پٽ آواره نڪري پيو. ٽي ڀيرا ڇهہ ڇهہ مهينن جي سزا ڪاٽي چڪو آهي. اهڙي

ڇوڪري کي ڪير پنهنجي ڏيءُ جو سڱ ڏيندو.

سلمان تہ ثريا سان شادي ڪرڻ پئي چاهي. ويچاري بوتا بيگم پاڻ تہ سچي عورت هئي. پر هيءَ ڇوڪري وڏي تي اهڙي بي سري نڪتي جو...سلمان کي تہ اهڙي ڇوڪري گهرجي، جيڪا انٽليڪچوئل، سوشلسٽ، آرٽسٽ وارٽسٽ نہ هجي، پر سادي هجي. هن جي آرام ۽ ڪاڏي پيتي جو خيال رکي. مير صاحب هڪ ڀيري اهڙن خيالن جو اظهار ڪيو هو.

"خير، ثريا باجي اهڙي وڏي انٽليڪچوئل بہ ڪانهي." ننيڙي مير ٺورو مرڪندي جواب ڏنو هو.

"ويچاري ثريا جي باري ۾ تون اهي خالص نڙانن واريون سڙيل ڳالهيون نہ ڪنديءَ تہ وري ٻيو ڪير ڪندو." سلمان ٺهڪ ڏيندي چيو هو.

ثريا باجي اڄي وئي؟" پيڻ ويٺي ويٺي اوچتو سوال ڪيو.

"خبر ناهي!" سلمان جواب ڏنو. پوءِ گهٻراهٽ ۾ اٿي بيٺو. مان ٻن پهرن واري ريل پڪڙيان تہ بهتر ٿيندو. بئي ڏهاڙي صبح جو هڪ اخبار ۾ نوڪريءَ لاءِ انٽرويو آهي. تون ايترو مايوس نہ ٿيءُ. حالتون ايتريون خراب ناهن." هن، پيڻ جي مٿي تي پيار سان هٿ ڦيري، ماءُ پيءُ کان موڪلايو.

ٻاهر هوا گهلي رهي هئي ۽ واريءَ جا ذرا هن جي اکين ۾ پئي پيا. وطن ڇڏيندڙ هنلن جي رنگ برنگي سرن وارن گهرن ۾ وڻ هئا ۽ گرم هوا انهن وڻن مان گذرندي سيٽيون وڄائي رهي هئي. ڏينهن ۾ مهاجر گهمي ڦري رهيا هئا. روزانو ڪوڪرا پار مان ٿيندو راجستان، دلي ۽ يوپيءَ جو ڪو نئون پريشان حال قافلو انهن پاڙن ۾ رهڻ جي لاءِ اچي پهچندو هو. ڪهڙيون ڪهڙيون مصيبتون برداشت ڪري ماڻهو هندستان مان نڪتا هئا ۽ هتي هنن کي اڃا الائي ڪهڙيون مصيبتون برداشت ڪرڻيون هيون!

سلمان اسٽيشن جي رستي تي هلڻ شروع ڪيو. ڳاڙهي رنگ جا برقعا پاتل بہ سنڌياڻيون سنڌس سامهون گذري ويون. ڇانهن جي هوٽلن تي ثريا ۽ شمشاد جارڪارڊ پئي هليا. هڪ بيڪار قسم جي ريسٽورانٽ جي اڳيان، جنهن تي ڪيفي دي پيرس جو بورڊ لڳل هو. ان جي اڳيان ڪي مهاجر لوهي ڪرسين تي ويهي زور زور سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

"اڙي ڇنن خان...مون اڪيلي اڪيلي مڪان الاٽ ڪرائي ورتو. يارن کي هوا بہ لڳڻ ڪانہ ڏنم. ڇو تہ مون بہ زمانو ڏنو آهي."

"پنهنجي اوقات ۾ رهہ. مون چيو.."

هنن جو بحث وڌندو پئي ويو.

بازار ۾ چوطرف هل متل هو. قسمين قسمين ٻوليون، رنگارنگ لهجا، رنگ برنگي لباس، سامان وارن جون صدائون. هر ماڻهو نئين سرزمين تي زندگي گذارڻ لاءِ جاکوڙي رهيو هو. سلمان اهو منظر ڏسي وري تيز تيز هلڻ شروع ڪيو.

اسٽيشن تي بہ مسافرن جي اچ وڃ لڳي پئي هئي. سلمان انهن کي ڏسي سوچڻ لڳو تہ نہ ڄاڻ اهي ڪهڙا ماڻهو هوندا ۽ ڪٿان آيا هوندا. يورپ ۽ بهار جا رهاڪو جن جي چهرن تي گهري اداسي هئي. گول مخمل جو ٽوپيون ۽ مخمل وارن واسڪوٽين وارا رامر پور ۽ بريلي جا رهاڪو، مراد آباد جا ٿانوَ ڪپائيندڙ، علي ڳڙهہ جا قلف جا ڪاريگر، فيزآباد جا چوڙين وارا، فرخ آباد جا رنگريز، لکنوءَ جا درزي ۽ شاعر، دهليءَ جا مستري، اعظم ڳڙهہ ۽ بنارس جا سونارا، مرزا پور جا قالين ٺاهيندڙ ۽ انهن جون برقعن ۾ ويڙهيل عورتون ۽ ٻار.

ريل اچڻ ۾ اڃا دير هئي. پليٽ فارم تي ويهي ان گهمسان جو نظارو ڪندورهيو. بڪ اسٽال تان ڪوئي ڪتاب يا رسالو خريد ڪري وقت ڪاٽڻ لاءِ هن وٽ پئسا ڪونہ هئا. تنهنڪري هڪڙو پراڻو ڪتاب ٿيلهي مان ڪڍي پڙهڻ لڳو.

****

پير الاهي بخش ڪالوني جي ان ٻن ڪمرن واري گهر جي ٻنهي طرفن کان ڪچرو ۾ ڪٺا هئا. اڱڻ جي ٻنيان گندڪچري جو ڍير پيو هو. ڪمرن جون پتين ڏاڍيون ميريون هيون ۽ ڪوارٽرن ۾ شيشي جي جڳهہ تي اخبار جا ڪاغذ ۽ پانا لڳايا ويا هئا. اوسي پاسي بہ تقريبن سڀ مهاجر آباد هئي. جيڪي گهڻو ڪري سرڪاري ملازم هئا. انهن جي زندگي ڏاڍي بي آرام هئي. پر هڪ عجيب قسم جو ولولو ۽ قومي جذبو سيني تي طاري هو.

نديڙي ميم بي. اي. ڪرڻ لاءِ ڪاليج ۾ داخلا ورتي. سلمان کي ان جو ڏاڍو فڪر هو ۽ پنهنجي ډي ڪلاس هئڻ تي سڙندي سڙندي هن پنهنجي صحت تباهہ ڪري ڇڏي هئي.

اتي هڪ ڏينهن نديڙي ميم، ڪاليج کان موٽندي چيو، "ماما..ماما...مونکي هڪ ڪارو برقعو ٺهرائي ڏي."

"ڇا؟" سلمان ڇرڪندي پڇيو. جيڪو پلنگ تي ليٽيو نگون لوڏي لوڏي اخبار پڙهي رهيو هو.

"بس، سڀ ماڻهو اسانکي بري نظر سان ڏسن ٿا. مونکي ڏاڍو شرم ٿئي ٿو. بس اسٽاپ تي بيهندي دل ۾ ايندو آهي تہ زمين ڦاٽي پئي ۽ مان ان ۾ سمائجي وڃان. سيني جون نظرون تيرجيان چيڀنديون آهن. برقعي ۾ ڪنهن کي خبر نہ پوندي تہ ڪير وڃي رهي آهي." ائين

چوندي هن جو آواز پرجي آيو.

سلمان اتي ويهي رهيو.

"۽ اهڙيون اهڙيون بسون. جن کي ڏسڻ سان دل ڏڪندي آهي." ننيڙي ميم اکيون خشڪ ڪندي چيو.

"انهن بسن ۾ تو جهڙا انسان ٿي سوار ٿيندا آهن پيڻ. تون بين انسانن کان ڪنهن به طرح مختلف نه آهين."

"ڏيءَ!" پڻس پنهنجي ڪن تان ڳالهايو. "هيءَ تنهنجو اجايو خيال آهي. ماڻهن کي تنهنجي ايڏي پرواهه ڪانهي. انهن کي پنهنجا ئي ڏک گهڻا آهن."

"پر بابا سائين! پراڻن چاڻ سجاڻ وارن جي سامهون ڪيتري نه بيعزتي آهي اسانجي. رضيه باجي وغيره مونکي روز بس اسٽاپ تي بيٺل ڏسنديون آهن ۽ زور ڪري ڪار تي هليون وينديون آهن ۽ اڄ...مان ڪلاڪ ڪن بس جو انتظار ڪري ڪري نيٺ پيادل صدر ڏانهن اچي رهي هيس ته ٽيبل ٽينس رانديگر عاليه سيد. ڪار روڪي ورتي ۽ چيو. "اس ڏاڍي تيز آهي. اچ ته مان توکي لفٽ ڏيان." اهو شڪر آهي ته هوءَ مونکي سڃاڻي نه ٿي." ائين چئي هوءَ سون سون ڪندي منهن ڌوئڻ لاءِ غسل خاني ۾ هلي وئي.

****

ڪراچي پهچي جمشيد ڪجهه ئي ڏينهن جي پيچ ڊڪ ڪانپوءِ هڪ دوست جي ڀائيواريءَ سان امپورٽ ايڪسپورٽ جو ڪاروبار شروع ڪيو ۽ ميڪلوڊ روڊ تي هڪ آفيس قائم ڪئي. اهو هندو واپارين جي وڃڻ وارو زمانو هو. تنهنڪري هن کي پنهنجو ڪاروبار ڄمائڻ ۾ ڏاڍي آساني ٿي. جنوري 1948ع جي فسادن ڪانپوءِ هڪ ٻه ماڙ بنگلو عامل ڪالونيءَ ۾ خالي ٿيو ته هن پنهنجي نالي الاٽ ڪرائي ڇڏيو ۽ وڏي محنت ۽ ڌيان سان پنهنجو ڪاروبار ڦهلايو ۽ ڏيڍ سال جي اندر اندر ڪراچيءَ جي نئين دنيا ۾ هن جا قدم مضبوطيءَ سان ڄمي ويا.

ٻئي سال هو ڪانپور ويو ۽ پنهنجي ماءُ کي چيائين. "اصغر ۽ انور جا امتحان پورا ٿين ته انهن کي ساڻ ڪري هليا اچو يا عاليه ۽ تون هاڻي ئي مون سان گڏ هلو. ٻئي پلي پوءِ اچن. مون هڪ سني سيني ٽوريم ۾ تنهنجي داخلا جو انتظام ڪيو آهي."

"۽ فرحت ڏيءَ کي ڏسڻ محمد گنج نه ٿو وڃين؟"

"مون وٽ وقت ڪونهي. مان مصروف ماڻهو آهيان. اوهان مون سان جلد هلو يا پوءِ اچجو."

ايندڙ هفتي هو پنهنجي ماءُ پيڻ کي وٺي ڪراچي آيو. عاليه. ڪانپور ۾ ٽي بي. اي. ڪري چڪي هئي. هتي اچي هن ايم. اي. ۾ داخلا ورتي. هوءَ ڪانپور ڪاليج ۾ به ٽيبل ٽينس جا مقابلا کٽي چڪي هئي. هتي هوءَ جلد يونيورسٽي چيمپيئن بڻجي وئي.

جمشيد نوجوانيءَ ۾ جيڪي
آءِ. سي. ايس جو امتحان پاس ڪرڻ جا
خواب ڏٺا، اهي هو هينئر ڪونہ وساري
سگهيو هو. جڏهن تہ هو لکن ۾ ڪيڏي
رهيو هو. پر چاڻي پيو تہ وڏي آفيسر جو
شان ئي ٻيو ٿيندو آهي. هن طئہ ڪري
ڇڏيو هو تہ هو ننڍن ٻارڙن کي اهو امتحان
ضرور ڏياريندو. ڪاروباري ماڻهوءَ جو
هڪ ٻارُ ڪنهن اعليٰ عهدي تي هوندو تہ
ان سان وڏيڪ سٺو اثر پوندو.

پنهنجي ڌيءَ فرحت النساءِ کي
هن اڄ تائين ڪونہ ڏٺو هو. ڪجهہ ڏينهن
کان ان جو خيال جمشيد کي ستائڻ لڳو
هو. هن جي ڌيءَ، جيڪا گهڻو دور
ڪنهن ٻي دنيا ۾ هڪ پنتي پيل ڳوٺ
جي هڪ غريب ڪچي گهر ۾ پلجي رهي
هئي. هن ڊڄندي ڊڄندي چاچي کي خط
لکيو. ويزا نهرائي ۽ هندستان ويو.
ٻارنهن سالن جي ڊگهي عرصي ڪانپوءِ
جمشيد، محمد گنج پهتو هو. هو 1941ع
۾ منظورالنساءِ سان شادي ڪرڻ لاءِ
آخري ڀيرو هتي آيو هو. اسٽيشن تي لهي
هن جي حيرت جي انتها نہ رهي. جڏهن
هن ڏٺو تہ گوبند ساڳيءَطرح هن جو
منتظر هو. جهڙو ڪر هو اونهاري جي
موڪلن ۾ ڳوٺ پئي آيو.

"گوبند...چاچا...هن تورو
هبڪندي، چاچا جي لفظ جو اضافو
ڪيو...تون ڪيئن آهين؟"

"سائين ننڍا! ڀڳايو تہ توها ن تہ
خيريت سان آهين؟"

جمشيد، ٽانگي تي چڙهندي
ڏکيائي محسوس ڪئي ۽ ٿورو خفا
ٿيندي پنهنجي قيمتي سلوار تي نظر
وڌي.

سيد مظهر جي گهر تي انڪل
سڄو ڳوٺ گڏ اچي ٿيو هو. شمبو دادا،
شيخ رمضان، مولوي محمد حسين، توقير
ميان، پنڊت لڇمڻ نارائڻ، گوبر، چاچا
رحمت ۽ نہ ڄاڻ ڪير ڪير! ٻار جوان ٿي
ويا هئا. جوان اڌڙوٽ ٿي چڪا هئا ۽
پوڙها قبر ۾ پير لٽڪائي ويٺا هئا. گوبر
چاچا هن کي سيني سان لڳايو ۽ سڏڪا
ڀري روئڻ لڳو. جهينگر جون خوشيءَ ۾
واڇون ٽڙي پيون هيون ۽ هو بيوقوفن
وانگر وات پٽي جمشيد کي ڏسي رهيو
هو. سڄي ڳوٺ ۾ ڌوم مچي وئي هئي.
جمشيد ٻاءُ پاڪستان کان آيو آهي...وڏو
رئيس ٿي ويو آهي. جنهن کي سون جي
واچ پاتل آهي. بلڪل صاحب ٿو لڳي.

جمشيد جي نظرن ڪيترن ئي
سڃاتل چهرن کي تلاش ڪيو، جيڪي
هاڻي موجود ڪونہ هئا. چاچا پانڊ مري
چڪو هو. ملامو موڙي مري چڪي هئي.
جيڪا پان سگريٽ کپائيندي هئي. نواب
منڻ خان هاڻي بہ ڏاڙا هڻندو هو ۽ هنن
ڏينهن ۾ جيل ويل هو.

منظورالنساءِ کي جڏهن کان
خبر پئي هئي تہ جمشيد اچڻ وارو آهي تہ
پئي گهر ۾ ڦري. هن وراڻدي ۽ ڪوئين

جي چگيءَ طرح صفائي ڪئي هئي. گهر جا سڀ ٿانوَ ملي ملي صاف ڪيا ۽ چمڪايا هئا. جهينگر جي زال سان ملي وراندي کي ليپو ڏنو هو. پلاءَ لاءِ چانور صاف ڪيا هئا. اڄ رات جو اٺين صبح جو ناشتو تيار ڪيو هو. هن جي ماءُ پيءُ هن جي اها سرگرمي ڏسي درد مان نظرون جهڪائي ڇڏيون. فرحت النساءِ لاءِ هن ٽن ڏينهن تائين اونده ٿيڻ تائين اڱڻ ۾ ويهي پنهنجي هٿ سان نئون جوڙو ناهيو هو.

ريل جي اچڻ جو وقت ٿيو ته منظورالنساءِ ڌيءُ کي وهنجاري نئون جوڙو پهرايو. هن جي وارن ۾ تيل لڳائي چوٽيون ڪيون. ناشتي جو سامان صندل تي رکيو ۽ پاڻ ساڳيءَ طرح وڪريل وارن کي سيري رئي ۾ سهيڙي، ڇهري جو پگهر خشڪ ڪندي ڪوٺيءَ تي چڙهي وئي. اتي ڀت کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهي ۽ ڀت جي سوراخ مان اسٽيشن کان اچڻ واري رستي کي ڏسندي رهي. جڏهن جمشيد، ٽانگي مان لٿو ته منظورالنساءِ اکيون ڦاڙي ڦاڙي هن کي ڏٺو ۽ ڏڪندي رهي. جمشيد، سيد مظهر عليءَ کي جهڪي سلام ڪيو. گوٺ وارن کي ڀاڪر پائي مليو ۽ اندر اچي پنهنجي ڌيءُ کي سيني سان لڳايو.

شاهه منور علي درگاهه جي حجري مان نڪري آيو. هن جي مٿي تي هٿ ڦيريائين، پر منهن سان ڪجهه نه ڪڇيائين ۽ وري درگاهه واپس هليو ويو. سيد اختر عليءَ کي سڏڻ ڪيترائي ماڻهو ڊوڙيا پر گومتيءَ جي ڪناري هن جي جهوپڙي خالي پئي هئي. هو غائب ٿي چڪو هو.

جمشيد هفتي تائين اتي رهيو ۽ سڄو وقت هن سيد مظهر علي ۽ ان جي خاندان کي ڪراچيءَ جا اهڙا ته ڪوڙا سچا داستان ٻڌايا جو انهن جا وات کليل رهجي ويا. وڏي مشڪل سان هن، انهن پوڙهن کي امپورٽ ايڪسپورٽ، بليڪ مارڪيٽ، پڳڙي، لائسنس، پرمٽ، الاٽمينٽ جو مطلب سمجهايو.

"ڪراچيءَ ۾ مسجد ته هڪ کان ٻي وڌيڪ شاندار هوندي؟" مولوي محمد حسن پڇيو.

"انگريزن کي اتي ڏاڍي مشڪل ٿيندي هوندي." مولوي صاحب وڌيڪ راءِ جو اظهار ڪيو.

"ڇو؟" جمشيد پڇيو.

"اڙي! ام الخبائث تي پابندي هوندي. ماشاءَ الله اسلامي ملڪ آهي."

"جي نه، اجا ته ممنوع ڪونه آهي." جمشيد توري لاتعلقيءَ سان جواب ڏنو.

"اسان وٽ ته پابندي لڳي چڪي آهي." مولوي صاحب چيو.

"پابنديءَ سان ڇا ٿو ٿئي." پنڊت لڇمڻ نارائڻ جواب ڏنو.

فرحت النساءِ ڇا پئي پڙهي؟"

جمشيد موضوع کي تبديل ڪرڻ لاءِ پنهنجي چاچي کان پڇيو.

"مان خود پڙهايان ٿو. اردو ۽ قرآن شريف. شمبو دادا انگريزي پڙهائي ٿو. اي. بي. سي. ڊي. ۽ گوسائين ڪيس هندي پڙهائي ٿو. مظهر علي وڏي فخر سان چيو. جمشيد کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ڳوٺ جا ماڻهو سندس ڌيءُ کي پڙهائڻ پنهنجي ذميواري پيا سمجهان. هو چوڻ وارو هو تہ هن جو ارادو آهي تہ ڪراچي وڃڻ جي ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ هو پنهنجي ڌيءُ فرحت النساءِ کي تعليم لاءِ سوئٽزرلينڊ موڪليندو. پر چاچي شميو دادا ۽ گوسائين کي اهو ٻڌائيندي ڪيس شرم پئي آيو. پنهنجي پستي ۽ هنن ماڻهن جي بلنديءَ جو هن کي شدت سان احساس ٿيو ۽ هو سر جهڪائي ڪٽ تي ليٽي وهاڻي تي ليڪو ڪڍڻ لڳو.

منظورالنساءِ جو هن کان پردو هو. پر جيستائين هو هتي رهيو، هوءَ گهر جي سوراخن مان لڪي لڪي هن کي ڏسندي رهي. هڪ ڀيرو هن جي ماءُ ڪيس ائين جهاتيون پائيندي ڏٺو تہ هوءَ، هن تي ڇڙي پئي. "اڙي نياڳي! هو هاڻي تنهنجي لاءِ نامحرم آهي. تنهنجي سامهون ايندو تہ گناهہ ٿيندو. پاپ ٿيندو."

"جي، منهنجي چاچي جو پٽ نہ آهي؟" منظورالنساءِ ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ زبان ڪوليندي آهستي چيو.

"بيحيا، بيشرم، بيغيرت."

سيد مظهر علي جي زال بڪ بڪ ڪندي مهمان لاءِ پلاءُ دم ڪرڻ لاءِ رڌڻي ۾ هلي وئي ۽ منظورالنساءِ اتي ئي پٽ سان لڳي زمين تي ويهي رهي ۽ سڏڪا ڀري آهستي آهستي روئڻ لڳي.

جمشيد، فرحت النساءِ کي پاڻ سان گڏ ڪراچي وٺي ويو. اتي پهچنديئي هن لاءِ هڪ اينگلو انڊين گورنس مقرر ڪيائين ۽ هن کي هڪ بهترين اسڪول ۾ داخل ڪرايائين. عاليہ، پائنيءَ جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي ذمي کڻي ڇڏي هئي. هاڻي هوءَ گهر ۽ اسڪول ۾ فيري ڇورائيندي هئي ۽ ڪجهہ ئي سالن ۾ سمارٽ ۽ نوجوان ٻڻجي چڪي هئي. جيڪا تنگ پائنچن واري سلوار ۽ بلائوزر جي نهايت چست قميص پائيندي هئي ۽ رئي بدران هڪ قسم جو پٽو ڪنڌ تي رکي گهمندي هئي ۽ راڪ اينڊ رول جي ماهر هئي. پنهنجي نانا جي اڱڻ کي هن ڪڏهن بہ ياد نہ ڪيو هو.

عاليہ، وقفي وقفي سان سيد مظهر عليءَ کي هتان خير خيريت کان واقف ڪندي رهندي هئي تہ:

"اڄ ادا نئين ڪار خريد ڪئي آهي. ماشاءَ الله چاليهہ هزارن ۾ ملي آهي. ڪاروبار جي سلسلي ۾ ادا يورپ روانو ٿي ويو آهي. هي ادا جو يورپ جو چوٿون سفر آهي.

مان اينڊڙ مهيني نيويارڪ وڃي رهي آهيان. هي آمريڪا جو نهايت

وڏو شهر آهي."

"فيري، اسڪول جي ڇوڪرين سان گڏ مري وئي آهي. اهو اولهه پاڪستان ۾ هڪ پهاڙي مقام آهي."

"مان هي سٺون پرسڪون ۽ خوبصورت ريسٽ هائوس مان لکي رهي آهيان. سامهون ندي وهي رهي آهي. پاسي ۾ هڪ گهري ڊنڊ آهي." وغيره وغيره.

****

جمشيد پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ ڪجهه مهمانن جي لاءِ ڪاڪ ٽيل تيار ڪري رهيو هو، جڏهن نوڪر اچي اطلاع ڏنو، "سائين! هڪ ڪراڙو شخص چوي ٿو تہ هو اوهانجو والد آهي."

"منهنجو والد؟" جمشيد جلدي ٻاهر نڪري آيو.

نارنگي ڪپڙن ۾ ملبوس سيد اختر علي، موٽر رڪشا ۾ ويٺو هو. ننڍڙي ٽين جي صندوق، بسترو وغيره هن جي قدمن ۾ پيا هئا. هن اکيون کڻي جمشيد کي ڏٺو ۽ مرڪندي چيو، "مونکي بشارت ملي تہ پاڪستان هليو وڃان." هن اطمينان سان جواب ڏنو.

****

هڪ ڏينهن ننڍڙي ميم اسڪول پڙهائي موٽي آئي تہ هن چانهہ پيئندي هميشہ جيان صبح جي اخبار ۾ "ضرورت آهي" ڪالم پڙهڻ شروع ڪيو. هڪ وڏي فرم ۾ ريسپشن جي جاءِ خالي هئي.

ٻئي ڏينهن اسڪول مان موڪل وٺي هوءِ انهيءَ پتي تي هڪ نئين عمارت وٽ پهتي. ٽئين فلور جي گيلريءَ ۾ هڪ اينگلو پاڪستاني ڇوڪريءَ هن کان پڇيو، "جي ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟"

"ننڍڙي ميم ڏاڍو گهٻرائيندي بيگ مان اخبار جو ٽڪرو ڪڍيو.

"اميدوارن جو انٽرويو ڪير ڪندو آهي؟"

"مئنيجنگ ڊائريڪٽر پاڻ. اوهان ان سان ملڻ لاءِ اڳواٽ اجازت ورتي آهي؟"

"نہ"

"مونکي درخواست ڏي."

"درخواست مون ناهي لکي."

ڇوڪريءَ کي ننڍڙي ميم جي گهٻراهٽ ۽ پريشاني ڏسي رحم اچي ويو.

"تون اتي ئي ويهہ. مان باس کي چوان ٿي."

ڪجهه منٽن ڪانپوءِ هوءَ واپس آئي ۽ ننڍڙي ميم هن سان گڏ هڪ ٻئي گيلريءَ مان گذري هڪ ڪشادي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمري ۾ داخل ٿي. جنهن ۾ وڏو سائي رنگ جو قالين وڇايل هو ۽ سامهون هڪ وڏي ميز جي ٻئي پاسي مئنيجنگ ڊائريڪٽر ڪنهن ڪاغذ تي صحيح ڪرڻ ۾ مصروف هو. سانوري رنگ جو ڪافي خوش شڪل ماڻهو هو.

هن جي عمر چاليھ ٻائيتاليھ جي لڳ ڀڳ هئي. اکين ۾ سنجيدگي ۽ هڪ قسم جي سوچ هئي. صحيح ڪرڻ ڪانپوءِ هن فون تي ڪجھ چيو ۽ وري لکڻ ۾ مصروف ٿي ويو. ڇوڪري نڊي ميم صاحب کي ڇڏي وچي ڇڪي هئي. هوءَ ميز جي ويجهو اچي بيهي رهي. مئنيجنگ ڊائريڪٽر ساڳيءَ طرح ڪاغذن ۾ مصروف هو. (اها هن جي خاص ٽيڪنيڪ هئي. ٻئي تي دابو وجهڻ لاءِ ته هن جو هڪ هڪ منٽ قيمتي آهي.)

فائيل بند ڪري هن ڪنڌ مٿي ڪنيو.

"السلام عليڪم!" نڊي ميم چيو.

"سلام عليڪم! ٻڌايو مان اوهانجي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو."

"اوهان وٽ هڪ جڳھ خالي آهي."

"جي ها، جي ها، تشريف رکو. هن اميدوار جو گهري نظرن سان جائزو ورتو. ڇوڪري ۾ شدت جي سيڪس اپيل هئي. نڊڙو قد، گهٽو اچو رنگ. نڊڙيون نڊڙيون شربتي اکيون. سون جهڙا وار. بلڪل جپاني گڏيءَ وانگر هن انهن ۾ تلهي چوٽي ٻڌي هئي، جيڪا ڏاڍي نرالي لڳي رهي هئي.

"اوهانجو نالو پڇي سگهان ٿو." هن دل ۾ جلدي فيصلو ڪندي پڇيو،

"سلميٰ مرزا"

"هن ڪاغذ تي نالو لکيو.

"تعليم؟"

"بي. اي. بي.ٽي."

"پهرين ڪٿي ڪم ڪيو اٿئي؟"

"جي نه...جي ها، جي منهنجو مطلب آهي ته ڪنهن آفيس ۾ ڪم ڪونه ڪيو اٿم. مان اسڪول ٽيچر آهيان."

ٿوري وقفي ڪانپوءِ وري پڇيو.

"ڏاڍو سٺو. ڏسو هتي توهان لاءِ صرف اهو ئي ڪم آهي ته اوهانکي هتي اينڊڙ ٻاهرين گراهڪن کي رسيو ڪرڻو آهي. ان ڪانسواءِ مان ڪڏهن غير ملڪي واپارين، اعليٰ آفيسرن وغيره کي ميٽروپول يا جم خانه وغيره ۾ دعوت تي گهرايان ته اتي انٽرٽين ڪرڻ جي سلسلي ۾ اوهان منهنجو ساٿ ڏينديؤ.

"پر!" سلميٰ مرزا چوڻ چاهيو.

مئنيجنگ ڊائريڪٽر هن جي اڻ ٻڌي ڪري ڳالھ جاري رکي، "اوهان يقينن اڄڪلھ جي مغربي طور طريقن کان واقف هونديون. ڊانس به ڄاڻنديون هونديون. معاف ڪجؤ، هي سوال مان ان ڪري پڇي رهيو آهيان جو پهرين مون هڪ پاڪستاني ڇوڪريءَ کي رکيو هو. پر هوءَ پارٽين ۾ ڳالهائيندي گهبرائيندي هئي ۽ پارٽين جي مينرز کان غير واقف هئي. منهنجو مطلب آهي ته اڄڪلھ

اعليٰ پيماني جي ڪاروبار ۾ پبلڪ رليشنز ڪي وڏي اهميت آهي. مان ڪنهن يورپي ڇوڪريءَ ڪي آسانيءَ سان رکي سگهان ٿو. پر اوهان چاڻو ٿيون ته اڄڪلهه يورپي ۽ آمريڪي، هتي جي عورتن ڪان ڪيترو متاثر آهن.

"جي، پر!"

مئنيجنگ ڊائريڪٽر بلڪل سمجهي ويو ته اميدوار اهو عهدو قبولڻ لاءِ هرگز تيار نه آهي. تنهنڪري هوءَ هٻڪي رهي آهي. پر هو چاڻي پيو ته اهڙي دلڪش ۽ سيڪس اپيل جي مالڪ ڇوڪري هن ڪي آسانيءَ سان نه ملي سگهندي ۽ هن ڪي پنهنجا خيال پٺي تائين رسائڻ جو فن خوب ايندو هو.

"مثال طور، هي ڏسو، اولهه وارن ملڪن جون مشهور ايئر لائنز پنهنجي ايئر هوسٽس ڇوڪرين ڪي ساڙهيون ۽ بلائوز پارائي رهيون آهن. صرف ان لاءِ ته مسافرن ڪي ...."

"جي...پر!"

"نيويارڪ جي اقوام متحده ۾ مان پاڻ ڏسي آيو آهيان. جيڪي گائيڊ وير جي ملڪن جون آهن. انهن جي پويان سياحن جو هجوم هوندو آهي. اها ڪا پريشان ٿيڻ جي ڳالهه ناهي. ته پوءِ ڇا آهي؟ مونکي ائين پيو محسوس ٿئي ته اوهان بلڪل مڪمل سيڪريٽري ثابت ٿينديون. پهرين مارچ کان مان توهانجي مقرري ڪريان ٿو. اوهان جو پگهار ساڍا ست سؤ ماهوار هوندو."

هن تيڏي اک سان ڇوڪريءَ جو ردعمل ڏسڻ چاهيو. پردن مان هڪ ڪاري رنگ جو ڪلارڪ جن وانگر ظاهر ٿيو.

"بس پٽرڪ! هيءَ مس مرزا آهي. مان هن کي پنهنجي سوشل سيڪريٽري مقرر ڪيان ٿو. هن جو ذاتي فائيل تيار ڪريو."

"يس سر."

پنڌرنهن منٽن جي اندر اندر ساڍا ست سؤ ماهوار پگهار تي هن جي مقرري ٿي. اها ڳالهه سلميٰ مرزا کي ڏاڍي عجيب لڳي.

"پر، مون سمجهيو پئي ته اهو اشتهار اوهان ريسيپشنسٽ لاءِ ڏنو آهي!" هڪ دفعو ٻيهر هن احتجاج ڪيو.

"ها، پر اوهانکي ڏسي مون پنهنجو ارادو تبديل ڪري ڇڏيو."

مئنيجنگ ڊائريڪٽر ڪرسيءَ جو رخ ڦيري ڇڏيو ۽ ڇوڪريءَ جي گهبراهٽ ڏسي دل ۾ سوچيو، "ڏاڍي وائڙي ۽ ٿوري بيوقوف به آهي ۽ بيحد ضرورتمند ۽ ناتجربيڪار ته يقينن آهي."

"ٻي ڳالهه ته....." هن بلند آواز ۾ چيو، "اوهان ڪٿي پيون رهو؟"

سلميٰ مرزا پنهنجو پتو ٻڌايو.

"اوه!" مئنيجنگ ڊائريڪٽر جي وات مان نڪتو.

سلميٰ ساڙهيءَ جو پلئه

سنيالينديِ اٿي ۽ گهڙي ڪن لاءِ اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

بابا جي وفات ۽ ياءُ جي جيل ۾ وڃڻ ڪري هوءَ هڪ پرائيويٽ اسڪول ۾ پوڻا ٻه سوُ ماهوار پگهار تي پڙهائي رهي هئي. هن آڄر تي پنهنجي ياءُ لاءِ رسالا وٺي وڃڻ پئي چاهيان. پر اهو، ان پگهار ۾ ممڪن نہ هو. وري ياءُ کي هتان ڪان گهڻو دور موڪليو ويو هو ۽ هن کي بهاول پور جي گرلز اسڪول ۾ سيڪنڊ مسٽريس جي نوڪري ملي وئي هئي. ڪالونيءَ وارو گهر هن بهار ڪان آيل هڪ مائٽ جي حوالي ڪيو هو ۽ ماءُ کي وٺي بهاولپور هلي وئي هئي. اتي هن زندگيءَ جا وڏيڪ پنج سال هڪ تپندڙ ريگستان جي وچ ۾ هڪ گمنام شهر ۾ ڇوڪرين کي پڙهائيندي گذاريا هئا. اتي ماءُ کي دل جا دورا پوڻ لڳا هئا ۽ ان شهر ۾ هن جو علاج ممڪن نہ هو. ان ڪري هوءَ وري ماءُ کي ساڻ ڪري ڪراچي واپس آئي هئي. گذريل هڪ سال کان هوءَ وري ڪالونيءَ جي ساڳئي هڪ ڪمري واري گهر ۾ رهڻ لڳي هئي. جنهن تي هاڻي ان مائٽ قبضو ڪري ڇڏيو هو ۽ ساڳئي پرائيويٽ اسڪول ۾ پڙهائڻ لڳي هئي. ان هڪ سال جي عرصي ۾ ڪليم لاءِ چڪر ڪاٽيندي ڪاٽيندي هن جون ننگون ٽڪجي پيون هيون. زندگيءَ جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽرن ۽ اسپتالن جي ڊڪ ڊوڙ، بسن، سائيڪل رڪشا ۽ پيادل شهر جا چڪر ڪٽڻ جي هاڻي هن ۾ وڌيڪ همت نہ رهي هئي. پر ڪڏهن ڪڏهن ياءُ جو جڏهن خط ايندو هو ۽ هو ڪيڏي نہ پيار سان هن جي همٿ وڌائيندو هو ۽ پوءِ هوءَ ڪنڌ ڪٽي زنده رهڻ جي جدوجهد ۾ مصروف ٿي ويندي هئي. وقت ڪيڏي نہ تيزيءَ سان گذري رهيو هو. پٽس کي فوت ٿئي، ياءُ کي گهر ڪان دور ٿئي ڪيڏو عرصو گذري چڪو هو. 1960ع اچي چڪو هو. گذريل پنڌرنهن سالن ۾ هڪ اهڙي رات نہ آئي هئي، جو هوءَ فڪر ۽ پريشانين ڪان آجي ٿي هجي. ساڍا ست سوُ روپيا مهينو! نہ يقين ۾ ايندڙ! دنيا جون بيون ڇوڪريون بہ تہ آفيسن ۾ ڪم ڪن ٿيون. آفيس ۾ سيڪريٽريءَ جو ڪم ڪنهن بہ طرح ڪريل ڪونہ هو. ياءُ هن کي ڪيترائي ڀيرا سمجهايو هو.

"ڀيڻ تون بين انسانن ڪان ڪنهن بہ طرح مختلف نہ آهين ۽ گذريل پنڌرنهن سالن ۾ هن ياءُ کي ثابت ڪري ڏيکاريو هو تہ هوءَ دنيا جي عام انسانن ڪان مختلف نہ هئي ۽ ياءُ کي هن تي ڪيترو بي پناهہ فخر هو....منهنجي بهادر ڀيڻ....منهنجي بهادر ڀيڻ...

هن فيصلو ڪيو. "جي ها!"

"سنو...پهرين مارچ تي ساڍي اٺين وڳي صبح جو اسانجي مائيڪرو بس، اوهانکي ڪٽڻ لاءِ اچي ويندي."

ٿوري دير لاءِ سلميٰ مرزا وري گهٻرائجي وئي، ”پر مونکي شارٽ هينڊ ۽ ٽائيپ ته ڪانه ايندي آهي.“

”پريشانيءَ جي ڳالهه ناهي. اسان وٽ اڌ درجن کن ٽائپسٽ ڇوڪريون موجود آهن. پهرين تاريخ تي ساڍي ائين وڳي، خدا حافظ!“

گهر ۾ داخل ٿيندي ئي سلميٰ ڀڪندڙ آواز ۾ سڏ ڏنو.

”امان....امان...مونکي ساڍا ست سؤ جي نوڪري ملي آهي ۽ وڃڻ لاءِ موٽر..“

”اڇا! ماءُ مختصر جواب ڏنو. هن ڪليڪٽر صاحب جي موت کي برداشت ڪري ڇڏيو هو. پر سلمان جي وڃڻ ڪانپوءِ هن کي چپ لڳي وئي هئي.

ڇائنٽ تي اوڪڙو ويهي منهن کي هٿن ۾ جهليندي، ماني ڪائندي، سلميٰ سوچڻ لڳي، مئنيجنگ ڊائريڪٽر ماڻهو ته نيڪ پيو نظر اچي.“

ان ڪانپوءِ هن دل ۽ ذهن ۾ باس ۽ سيڪريٽريءَ وچ ۾ خاص تعلقات جي باري ۾ لطيفا ۽ ڪهاڻيون ياد اچي ويون. ماڻهو اسانکي ڇا سمجهندا ته هڪ سستي، ڪريل سيڪريٽري... ماڻهو ڇا چوندا؟“

”ڏيءُ، هي تنهنجو خيال آهي...ماڻهن کي تنهنجي ايتري پرواهه ڪانهي. هنن کي پنهنجا ئي ڏک گهڻا آهن.“ هن کي پيءُ جا لفظ ياد اچي ويا...هن پهرئين پگهار جي بجيٽ ٺاهي. سڀ کان پهرين ته پاءُ لاءِ ڪوڙ ساريون شيون خريد ڪنديس. نئون وڳو، ڪيترائي چاڪليٽ جا دٻا ۽ سگريٽ جا پاڪيٽ. پاءُ گذريل پيري هڪ ڪتاب لاءِ لکيو هو. جنهن جي قيمت پڇي ته 25 روپيا نڪتي. هاڻي هن لاءِ 25، 25 روپين جا ڪتاب خريد ڪرڻ ڪهڙو مسئلو آهي! اسان وٽ ساڙهيون صفا ختم ٿي چڪيون آهن. هن مهيني ته صرف سؤ روپين جون ساڙهيون خريد ڪبيون. هڪ جوڙو نئين ڪاري رنگ جي سئنڊل جو. جيڪو هر ساڙهيءَ سان ميل ڪائيندو هجي ۽ مئنيجنگ ڊائريڪٽر چيو پئي ته هن جي پارٽين ۾ وڃڻو پوندو. ان لاءِ گهٽيون عمده ساڙهيون خريد ڪرڻيون پونديون ۽ ميڪ اپ جو سامان. خير ميڪ اپ ته مان ڪونه ڪنديس. پاءُ کي پائوڊر، لپ اسٽڪ وارين ڇوڪرين کان ڪيڏي نه نفرت آهي.“

اڇا ۽ ٻي ڳالهه هيءَ آهي ته ان ماڻهوءَ جيڪڏهن ٿوري به بدتميزي ڪئي ته مان اتي ئي استعفيٰ ڏيئي ڇڏينديس. اهو طئه ڪري هن کي ٿورو سڪون مليو ۽ هوءَ مانيءَ وارا ٿانو ڪٺي رنڌڻي ڏانهن هلي وئي.

****

سيد اختر عليءَ جو ڪمرو، جمشيد جي بنگلي جي ٻي منزل تي هو.

جتي هو قالين تي سجو ڏينهن چپ چاپ ويٺو هوندو هو. هن جي زال سينيٽوريم مان صحتياب ٿي واپس اچي چڪي هئي. پر هن سان مڙس جي ملاقات تمام گهٽ ٿيندي هئي. سيد اختر عليءَ کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو آرام ۽ آسائش نصيب ٿي هئي. هو پيٽ ڀري سني کان سٺو کائيندو هو. هڪ ملازم صرف هن جي خدمت لاءِ رکيو ويو هو. مڪمل اطمينان ۽ سڪون جي ڪري هن جي دماغي حالت آهستي آهستي نارمل ٿيڻ لڳي ۽ جڏهن هن جي دماغ باقاعده ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ته هو مسلسل بيڪار ٿي ويهڻ مان تنگ ٿيڻ لڳو.

"بابا!" جمشيد، پيءُ کي چيو، جنهن جو ڪيترن ئي نارمل ۽ ايبنارمل ماڻهن سان واسطو پوندو هو. تنهنڪري چڱو ڀلو نفسيات جو ماهر بڻجي چڪو هو.

"ڪمپني لا" جي ڪتابن تي ٿوري گهڻي نظر گهمائيندا ڪريو. اوهان جي قانونداني منهنجي فرم جي ڪم ايندي." ان ڪانپوءِ سيد اختر علي ذوق ۽ شوق سان قانون جي ڪتابن ۾ گم ٿي ويو. اٽڪل ارڙنهن سالن ڪانپوءِ هو پنهنجي وڪالت جي ڊگريءَ کي ڪم ۾ آڻي رهيو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو جمشيد جي آفيس ۾ به وڃڻ لڳو ۽ ان ڪانپوءِ پٽ جي ڪاروباري ڪمن ۾ به شامل ٿي ويو.

****

ثريا، ڪراچي پهچي ناظم آباد ۾ هڪ ساهيڙيءَ وٽ رهي، جيڪا ڪجهه سال اڳ ڍاڪا اسڪول ۾ هن سان گڏ ڪم ڪري چڪي هئي. هن ڍبيل ڍبيل انداز ۾ سلمان جي پڇا ڳاڇا ڪرڻ شروع ڪئي. پر جنهن به ماڻهوءَ کان هن پڇيو، انهن هن کي ٿورو عجيب ۽ شڪ واري نگاهه سان ڏٺو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هن کي معلوم ٿيو ته سلمان هتان ڪان گهڻو دور ڪنهن نامعلوم جڳهه تي، نامعلوم علائقي ڏانهن منتقل ڪيو ويو آهي. هن پوءِ سلميٰ جي تلاش شروع ڪئي. سلمان پنهنجن خطن ۾ احتياط طور سلميٰ جو ذڪر نه ڪندو هو. نه وري هن جو پتو لکيو هئائين. هاڻي ايتري وڏي شهر ۾ سلميٰ کي ڳولهڻ آسان نه هو. پر هڪ ڏينهن ثريا کي معلوم ٿيو ته هوءَ به هاڻي ڪراچيءَ ۾ نه آهي ۽ ڪنهن ڏورانهين علائقي جي هڪ گرلس اسڪول ۾ پڙهائي رهي آهي ۽ هن جو پتو به ڪنهن کي معلوم نه هو. ثريا ڪافي مشهور آرٽسٽ هئي. هن کي هڪ گرلز ڪاليج ۾ ليڪچراري ملي وئي.

اشرف جي چار پنج ڇوڪرين ناظم آباد ۾ پي. اي. سي. ايڇ. ايس. ۾ ٽي، ٽن سوَ گزن جا پلاٽ خريد ڪيا ۽ ان تي پنهنجا گهر نهرائي رهيون هيون. هن ڪيس به صلاح ڏني ته ڪراچيءَ ۾ ڪرائي جي گهر ۾ رهندينءَ تي سجي ٿي

ويندينءَ. تون بہ قرض وٺي پنهنجو گھر ٺهراءِ. ثريا، سوسائٽيءَ ۾ چار سؤ گز جو پلاٽ خريد ڪيو. گھر جي تعمير لاءِ قرض ورتو ۽ ڇھ مهينن ۾ ويهن هزارن ۾ هن جو خوبصورت ڪاٽيج تيار ٿي ويو ۽ بوتا بيگم ان جو بورچيخانو پنهنجي پسند مطابق ٺهرايو هو.

بوتا بيگم سال ڀرين جڏهن محمد گنج ۾ رهندي هئي، تڏهن ڏوليءَ ۾ ويهي نڪرندي هئي. "قصر سلمان" ۾ بہ هن پنهنجو پڙدو برقرار رکيو ۽ ڪليڪٽر صاحب ڪان بہ هن جو پڙدو رهيو. پراڻي گھر ۾ باقي هوءَ ثريا جي ٽن چئن دوستن جي سامهون آئي هئي. اهي سڀ هن کي پيار مان "امان، امان" چوندا هئا ۽ وڏي دلچسپيءَ سان هن ڪان ڳوٺ جا قصا ٻڌندا هئا. ڏاڪا اچي بہ بوتا بيگم ڪڏهن ڪڏهن ساڙهي پائڻ شروع ڪئي هئي. پر برقعو نہ ڇڏيو هئائين. پر ڪراچي بہ ميدان حشر هو. اتي هن جو پڙدو گھڻو عرصو نہ پئي هلي سگھيو. ڪاٽيج هن پنهنجي نگرانيءَ ۾ ٺهرايو. هن کي ٺيڪيدارن ۽ مزدورن جي سامهون اچڻو پيو. ان ڪانپوءِ گھر سيٽ ڪرڻ جي سڄي ڀڄ ڊڪ هن پاڻ ڪئي. هن برقعو لاٿو ۽ بسن، رڪشن ۾ سڄي شهر ۾ مختلف ڪمن لاءِ چڪر ڪاٽيندي رهي. پاڙي جي بنگلن ۾ يو. پي. وارن بيبين سان هن جي ملاقات ٿي وئي. هاڻي هوءَ بيگم حسين سڏرائيندي هئي.

ساڙهي پائي ۽ شان سان رئي سان منهن ڍڪي ناسي پرس ڪڇي هوءَ بازار ويندي نظر ايندي هئي.

ثريا سڄو ڏينهن پنهنجين مصروفيتن ۾ رهندي هئي ۽ سلمان کي وسارڻ جي ڪوشش ڪندي هئي، پر رات جو هن کي سلمان جي باري ۾ فڪر ڪائي ڇڏيندو هو.

انهن ڏينهن ۾ ڪيس پئسن جي سخت ضرورت هئي. پڳهار جو گھڻو حصو زمين ۽ گھر جي قسطن ۾ ڪٽجي ويندو هو. بوتا بيگم کي دم جو پراڻو مرض اٿلي پيو هو. ان جو علاج ٿي رهيو هو. هن وٽ نوان ڪپڙا بہ نہ هئا ۽ هوءَ ڍاڪا ۾ خريد ڪيل ساڙهين مان ڪم هلائي رهي هئي.

هڪ ڏينهن پنهنجي ڪمري ۾ "ايزل" جي سامهون بيٺي تصوير ٺاهي رهي هئي باهر هڪ چمڪندڙ ڪار اچي بيٺي ۽ سوڙهن ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ بيحد خوبصورت ڇوڪري اندر آئي. هن سان گڏ بہ آمريڪي عورتون پڻ هيون.

"مان عاليہ سيد آهيان."

ڇوڪريءَ چيو. "اوهانجو پتو مونکي اوهانجي ڪاليج مان مليو. منهنجون هي ساهيڙيون پاڪستان تصويرون خريدڻ چاهين ٿيون."

مهمانن چوطرف نهاريو ۽ ويهڻ لاءِ ڪا شيءِ نہ ملين تہ فرش تي گوڏا کوڙي تصويرون ڏسڻ لڳيون. هُئي

سيڪنڊ هينڊ ڪرسيون اڳڻ ۾ پيون هيون. انهن تي بوڻا بيگر ڪپڙا سڪڻ لاءِ رکي ڇڏيا هئا. اسٽول رڌڻي ۾ هو. ثريا کي ان وقت ڏاڍي مونجهه محسوس ٿي. تصويرن جي خريدارن لاءِ ڪمري ۾ هڪ صوفا سيٽ تمام ضروري هو.

آمريڪي عورتن ٽين، ٽين سوين ۾ سلهڻ جا ۽ منظر خريد ڪيا. ثريا، عاليہ سيد جو شڪريو ادا ڪيو. عاليہ سيد هن کي پنهنجو ٽيليفون نمبر ڏنو ۽ ٻڌايو، "هن کي ايڏي وڏي آرٽسٽ سان ملڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ ثريا کي پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت پڻ ڏني.

انهيءَ ڏينهن شهر وڃي ثريا هڪ صوفا سيٽ خريد ڪيو. هڪ ننڍرو بڪ شيلف ۽ هڪ ٽيبل ليمپ خريد ڪيو ۽ اهو سامان ڪمري ۾ سجائي سوچڻ لڳي ته جيڪڏهن هڪ سني رنگ جو قالين ۽ پڙدا به هجن ته ڪمرو چمڪي پوندو. پر هن اهو فرنيچر خريد ڪندي گهر جي پنهنجن پئسن مان پنجاهه روپيا خرچ ڪري ڇڏيا هئا ۽ هر مهيني قرض وڏي رهيو هو.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ڪيس معلوم ٿيو ته ايڊورٽائزنگ ڪمپنين ۾ آرٽسٽن کي سٺو پگهار ملي ٿو. هن کي عاليہ جو خيال آيو. جيڪا گهٽي حيثيت واري پئي نظر آئي. هن ڪاليج مان ڪيس فون ڪيو. ٻئي پاسي رسيور عاليہ جي پاءُ جمشيد علي سيد کنيو ۽ جڏهن ڪيس معلوم ٿيو ته مشهور آرٽسٽ ثريا حسين پئي ڳالهائي ته هن چيو. "عجيب اتفاق آهي، مون سان عاليہ ڪالهه ئي اوهانجو ذڪر ڪيو آهي. منهنجا ڪجهه آمريڪي دوست به تصويرون خريدڻ چاهين ٿا. ڪنهن ڏينهن اوهان، مون سان لنچ ڪائڻ پسند ڪنديون؟"

ان ڪري ئي ثريا حسين رڪشا ۾ ويهي ڪراچي جم خانہ وئي. جمشيد، ٽينس ڪورٽ واري پاسي هڪ وڏي ڪمري ۾ هن جو انتظار ڪري رهيو هو. ٿوري دير ڪانپوءِ عاليہ به ٽينس ڪيڏي اچي وئي.

ڳالهين ڳالهين ۾ ڏاڍي بي تڪلف دوستاڻي لهجي ۾ عاليہ، ثريا سان ڪچهري ڪري ٻنهي کي لنچ ڪائڻ لاءِ ڇڏي ٻاهر هلي وئي.

ايندڙ مهيني ۾ ثريا جي ڪيترين ئي تصويرن جو عاليہ جي ذريعي وڪرو ٿيو. هن ويهڻ واري ڪمري لاءِ ڪاڏيءَ جا پڙدا خريد ڪيا. جن تي موئن جي دڙي جا چٽ چٽيل هئا ۽ ٽيليفون لاءِ درخواست ڏئي ڇڏي. ان ڪانپوءِ ٻئي مهيني ۾ خود جمشيد هن کان ست سؤ روپين ۾ هڪ تصوير خريد ڪئي ۽ پنهنجي آفيس ۾ لڳائي ۽ هڪ ٻي تصوير لاءِ هڪ سياح ڪان پورو هزار مليس. ثريا ان مان هڪ ننڍڙو فرج خريد ڪيو. ڪاڏو ڪائڻ لاءِ فرنيچر ۽ پنهنجي سينگار ميز هن ڪجهه عرصي بعد

واجبي قيمت ۾ ٺهرايو. ٽيليفون بہ لڳي ويو. هاڻي هن جو ڪاٽيج پاڻ ئي ڳالهائڻ لڳو. هاڻي وڏي ڪان وڏو ماڻهو هن سان ملڻ اچي سگهيو ٿي، ان سلسلي ۾ هن لاءِ گهٻراهٽ جو ڪوبہ سبب نہ هو.

پر هن جو خرچ وڌندو پئي ويو. ٽيليفون جو بل، بوٽا بيگم جي ڊاڪٽر جو بل، دڪاندارن جو بل، ڪاليج وڃڻ لاءِ هن کي ڪجهہ نيون ساڙهيون پئي وٺڻيون پيون. هن جون شاگردياڻيون، هڪ کان هڪ فيشن ايبل هيون. هن جي چاڻ سڃاڻ وارن جو دائرو وڌندو پئي ويو. روز شام جو ڪٿي نہ ڪٿي وڃڻو پئي پيو. هن جو روزمره جي زندگيءَ جو معيار بلند ۽ مهانگو ٿيندو پئي ويو ۽ خوشقسمتيءَ سان هن کي هڪ ايڊورٽائزنگ ڪمپنيءَ ۾ ماهوار نوَ سؤ روپين جي نوڪري ملي وئي. اها ايجنسي جمشيد جي ڪاروبار جي سڄي پبلسٽي سنڀاليندي هئي. ان آمدنيءَ ڪانپوءِ ثريا جون ڪيتريون مالي پريشانيون ختم ٿي ويون هيون.

ان ايجنسيءَ ۾ هن اجا هڪ سال مس ڪم ڪيو هوندو تہ هن کي هڪ پرڪشش اسڪالرشپ جي آڇ ڪئي وئي. هن بوٽا بيگم کي پنهنجي ساهيڙيءَ وٽ موڪليو. ڪاٽيج، چار سؤ روپين جي مسواڙ تي تي ڏنو ۽ ٻن سالن لاءِ پيرس هلي وئي. مارچ 1961ع ۾ هوءَ ڪراچي واپس آئي ۽ ايندي ئي پنهنجي لاءِ هڪ فاڪس ويگن خريد ڪيائين.

****

سلميٰ مرزا جي نوڪريءَ کي اجا هڪ مهينو گذريو هو تہ سندس باس، بيچ لگزري تي هڪ وڏي پارٽي ڏني ۽ پنهنجي سوشل سيڪريٽريءَ کي فون تي چيو تہ هوءَ سام جو ستين بجي تيار رهي. هو پاڻ اچي هن کي پڪ ڪندو.

سلميٰ پهرئين ڀيرو هار مان هڪ هندستاني ساڙهي اصل کان ٻيڻي قيمت تي خريد ڪئي هئي ۽ آفيس ۾ مس ڊي سوزا هن تي زور ڀريو هو تہ گهٽ ۾ گهٽ شام واري پارٽيءَ ۾ ڪيس ضرور ميڪ اپ ڪري اچڻ گهرجي. نہ تہ چهرو ڦڪو ڦڪو لڳندو. تنهنڪري ئي هن هلڪي رنگ جي لپ اسٽڪ بہ خريد ڪئي هئي.

اوندهہ ٿي چڪي هئي ۽ هوءَ دريءَ جي ويجهو ويهي ميڪ اپ ڪري رهي هئي. هوءَ دري هميشہ بند رکندي هئي. ڇو تہ ان مان سنو گهٽيءَ مان نظر پئجي پئي سگهي. هن وقت هن دريءَ جو هڪ تاڪ کولي آئينو دريءَ جي ڇاريءَ ۾ اٽڪائي ڇڏيو هو ۽ پلنگ جي ڪناري تي ويهي ننهن تي نيل پالش لڳائڻ لڳي.

چهري تي فائونڊيشن ڪريم مليندي مليندي اوچتو هن جا هٿ پير ٿڌا ٿي ويا. هن کي اوچتو احساس ٿيو تہ هوءَ ڀهريون پيرو پنهنجي ان ڀهرين ڊيوٽيءَ تي

وڃي رهي آهي. جنهن لاءِ هن کي ملازم رکيو ويو هو. هن کي باس جي غيرملڪي دوستن کي انٽرٽين ڪرڻو هو، جو هوءَ پارٽيءَ جي ميزبان هئي ۽ هن کي ٿي سگهي ٿو باس جي مسٽريس به سمجهيو وڃي.

"اي منهنجا رب! اي منهنجا رب! مان مري ڇو نه ٿي وڃان..." هن اداسيءَ مان پٽ جو سهارو ورتو.

ٻاهر هڪ ڳاڙهي رنگ جي ڊگهي ڪار بيٺي ۽ هارن وڳو. هن جلدي دري بند ڪئي، لپ اسٽڪ لڳائي ۽ بيگ کڻي ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي.

"امان....امان....مان پارٽيءَ ۾ پئي وڃان. رات جو ڏهين ٻارهين بجي موٽنديس."

ٻاهر ڪار بيهاري جمشيد اسٽيرنگ وهيل تي ٻانهون رکي الاهي بخش ڪالونيءَ جي اداس ماحول کي ڏسي رهيو هو. دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو کهڙي نه بي رنگ زندگي پيا گذارين! هن سوچيو.

ايتري ۾ مس مرزا ٻاهر نڪتي. هن دروازو کوليو ۽ هن جي پاسي ۾ ويٺي.

گاڏي گهٽين جي ڌوڙ ۽ گند ۽ ڪڏن مان گذري ٻاهر رستي تي اچي وئي. جمشيد مڙي پنهنجي دلڪش سيڪريٽريءَ کي ڏٺو ۽ مرڪي اخلاق سان پڇيو، "تون ڪيئن آهين مس مرزا؟"

"بلڪل ٺيڪ آهيان."

ڪار، گاڏين جي پيهه کي چيريندي هلي رهي هئي، بسون دونهون ڇڏيندي گذري رهيون هيون، ماڻهو آفيسن مان واپس ٿي رهيا هئا. ڀتين تي وڏن وڏن لفظن ۾ هوميوپيٿڪ ڊاڪٽرن وغيره جا اشتهار لڳل هئا.

جمشيد هڪ گهرو ساهه کنيو ۽ پاسي ۾ ويٺل ڇوڪريءَ تي نظر وڌي. هو پنهنجي اسٽاف جي ڏک سک ۾ ذاتي دلچسپي وٺندو هو.

"اوهانکي دفتر جي نوڪري ڪيئن پئي لڳي مس مرزا؟"

"سڀ ٺيڪ آهي." جواب مليو.

هاڻي ڪار، سينٽرل جيل جي پٽ جي هيٺان گذري رهي هئي. اوچتو هن ڏٺو ته سندس سيڪريٽريءَ جو منهن فڪر ۾ ٻڏي ويو آهي ۽ هوءَ پنهنجون نندين اکيون بند ڪري ڳوڙها پيئڻ جي ڪوشش پئي ڪري.

"مس مرزا...مس مرزا...ڇا ڳالهه آهي؟" هن بيچينيءَ سان پڇيو.

"ڪجهه نه." مس مرزا گهبرائجي چهرو ٻئي طرف ڦيري ڇڏيو.

"ڇا ٿيو؟ ٻڌاءِ ته سهي!"

"ڪجهه به ته نه ٿيو آهي."

هو خاموش ٿي ويو. ڏاڍي شريف ڇوڪري آهي، پر ڏاڍي نروس طبيعت جي مالڪ آهي. نيٺ ٺيڪ ٿي

ويندي.

رات جو جمشيد شراب جي مٿر سرور جي لهرن ۾ ترندي سوچڻ لڳو، "جيتوڻيڪ ڇوڪريءَ جي خاندان جو ڪوبہ پتو ڪونهي، پر آهي ڏاڍي پياري ۽ انگريزي بلڪل انگريز ميڊمن وانگر ٿي ڳالهائي. بهترين زال ثابت ٿيندي.

"جيڪڏهن اوهان پارٽيءَ ۾ بہ اهڙيءَطرح چپ رهيون تہ منهنجو ڪاروبار ٿيو!" ڪجھ دير ڪانپوءِ جمشيد ٿورو مزاحيہ انداز ۾ چيو.

هوءَ دل تي جبر ڪري ٿورو مرڪي. جمشيد سگريٽ جلايو، "تون سگريٽ ناهين ڇڪيندي؟"

"جي نہ."

هو ڇوڪريءَ جي بيوسيءَ کان ايڏو تہ متاثر ٿيو جو وڌيڪ سوال ڪرڻ جي همت نہ ٿيس ۽ هتان هتان جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو.

پارٽيءَ جي پڄاڻيءَ تي جمشيد پنهنجي سيڪريٽريءَ جي ويجهو آيو ۽ ڏاڍي گرمر جوشيءَ سان هن جو خوبصورت هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليائين، "مس مرزا، اوهان تہ فرينچ ٻولي بہ ڳالهايو ٿيون. اوهان تہ وڏين صلاحيتن جون مالڪ آهيو. اوهان تہ خوبصورتيءَ سان ميزبانيءَ جا فرض پورا ڪيا آهن. هي مهمان مونکي چون پيا تہ هن ملڪ ۾ اهڙيون چارمنگ ۽ ذهين سيڪريٽريز آهن تہ پوءِ اسان سمورو ڪاروبار هتي منتقل ڪرڻ لاءِ تيار آهيون."

"هاڻي مونکي گھر پهچايو."

"بلڪل...پر مس مرزا. اوهان اڪثر ڏاڍيون خاموش رهنديون آهيو ۽ اڄ شامر تہ ڏاڍو گهبرايل پئي نظر آيون."

مس مرزا ڪجھ نہ ڪڇيو ۽ جمشيد سوچڻ لڳو، "خاموش طبيعت، محنتي ۽ خوش اخلاق. پر رهي ٿي هڪ ويران ڪالونيءَ ۾. هو ڄڃ وني انهيءَ ڪالونيءَ ۾ ڪيئن ويندو! پر گھر پهچي ڪپڙا تبديل ڪرڻ ۽ پلنگ تي ليٽڻ ڪانپوءِ جڏهن هن جو دماغ ٿورو پرسڪون ٿيو تہ هن سوچيو، "اڙي هيءَ مان ڪهڙي بڪواس پيو سوچيان. ڪهڙي شادي ۽ ڪنهن جي شادي؟ مان هن هيٺئين ڪلاس جي ڇوڪريءَ کي پنهنجي ڪنوار بڻائيندس! ڪڏهن بہ نہ."

هن پلنگ تي ليٽي ٽيبل ليمپ وسائي ۽ سگريٽ دڪايو، "مان ڪيڏو نہ پاڳن وارو آهيان. مان ڪيڏو نہ پاڳن وارو آهيان." هن دل ۾ چيو.

پاسي واري ڪمري ۾ سيد اختر علي ڪجھ ملندڙن سان ڪليمر جي باري ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪري رهيو هو.

"اوهان ڪيتري جو ڪليمر داخل ڪيو آهي وڪيل صاحب؟"

"صرف ٽن لکن جو." سيد اختر عليءَ جو آواز آيو.

"اوهانجي زرعي زمين بہ تہ

هوندي."

"ها، پر منهنجو پاڻ اجا پارٽ ۾ آهي." سيد اختر عليءَ جواب ڏنو. "هو اجا تائين اتي قاتل آهي. گهڻو لکيو اٽمانس تہ هتي اچي، پر هو نہ ٿو مڃي. تنهنڪري مون صرف پنهنجي ڪانپور واري بنگلي جو ڪليم داخل ڪيو آهي ۽ منظور ٿيڻ ڪانپوءِ ان جو چاليهہ سيڪڙو ئي ملندو. پر صبر ۽ شڪر ڪري اهو ئي قبول ڪري وٺبو. ڇا ٿو ڪري سگهجي، هر هنڌ لٽ مار لڳي پئي آهي!"

"بلڪل ٺيڪ چيو اوهان وڪيل صاحب."

جمشيد کي اڄ محسوس ٿي. هن روشني ڪئي ۽ اٽي وسڪيءَ جي بوتل ۽ سوڊا ڪڍي. هڪ گلاس ڪڍي ڪرسيءَ تي رکي ويهي رهيو. هن جي پيءُ جو آواز هن جي ڪنن تائين پهتو پئي. هاڻي هو چئي رهيو هو، "هاڻي اهو ئي ڏسيو، جمشيد ميان پہ هزار گز زمين سوسائٽي ۾ وٺي ڇڏي هئي. ان تي بنگلي جي شروعات ڪرائي پر سيمينٽ ۽ لوهہ سڀ بليڪ تي پئي ملڻو. هيل تائين ان تي ٽي لک خرچ ٿي چڪو آهي. پر اڃا تعمير جو ڪم ختم نہ پيو ٿئي.

جمشيد گلاس پورو ڪيو. اکيون بند ڪري ليٽي پيو. اوچتو هڪ خطرناڪ انڪشاف هن جي ذهن ۾ ڪاهي پيو تہ پنهنجي خداپرست، فقيرمنش، توڪل پسند پيءُ کي، جيڪو ماڻهو ڪنهن زماني ۾ سيد مظهر علي ۽ گوسائين ۽ مولوي محمد حسن جهڙن معصوم ماڻهن جي دائري جو هڪ اهم فرد هو، ان شريف ۽ ڪراڙي شخص کي ڪوڙو، بدديانت ۽ جعلساز ذهن جو مالڪ خود بڻايو آهي.

"اوهہ! هيءُ مون ڇا ڪيو...هي مون ڇا ڪيو!"

۽ پوءِ زورسان وهاڻي تي مڪون هڻي ڪمبل منهن تي رکي منهن لڪائي سمهي پيو.

****

منصور احمد، ثريا سان پيرس ۾ مليو هو. هو هڪ محنتي ۽ تمام گهڻو ذهين صحافي هو. ڪيترائي سال آمريڪا ۾ پبلڪ رليشنز جي ٽيڪنڪ سکڻ ڪانپوءِ ويجهڙ ۾ ڪراچي واپس آيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ هڪ انگريزي اخبار ۾ ڪم ڪري رهيو هو ۽ شهر جي ڪامياب ۽ بااثر صحافين ۾ هن جو شمار پئي ٿيو.

ان وقت هو پريس ڪلب ۾ ويهي، ثريا جي ٿيندڙ نمائش جي باري ۾ مضمون لکي رهيو هو. ثريا، پريس ڪلب کي پنهنجي هڪ وڏي پينٽنگ تحفي ۾ ڏني هئي ۽ منصور هن کي فون ڪئي هئي تہ هوءَ پاڻ اچي پريس ڪلب ۾ پنهنجن هٿن سان اها تصوير لڳائي ۽ ماني بہ اچي کائي.

آچر جو ٽيهريءَ ڌاري ٽي چار

صحافي هڪ ڪنڊ ۾ ڏاڍي سنجيدگيءَ سان شطرنج راند ۾ مشغول هئا. منصور مضمون ٽائيپ ڪرڻ لاءِ ڪاغذ ٽائيپ رائٽر ۾ وڌو ئي هو تہ هنن کي ياد آيو تہ ڪيس پنهنجي اخبار لاءِ پارٽ جي باري ۾ جلد هڪ مضمون لکڻو آهي. هو جلدي ڍڳهي ميز طرف ويو. جتي اخبارون ۽ رسالا وکريا پيا هئا. هن پارٽ جي باري ۾ معلومات وٺڻ لاءِ هڪ اترپرديش جي ٿوري غيرمعروف اخبار جو جائزو ورتو. جنهن ۾ گهٽيون خبرون درگاهن تي ٿيندڙ عرس ۽ اسلامي مدرسن جي باري ۾ خبرون هيون. انهن خبرن جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي هيڊنگ هئي:

"شاهہ منور علي جي وفات"

موضع محمد گنج سلطان پور (اوڌ) جي درگاهہ شريف جي سجاده نشين مخدوم زادو شاهہ منور علي وصال ڪري ويو. منصور جي نظر هڪ ٻي خبر طرف ڪئي، جيڪا هئي تہ "جناب نوروز حسين، خان آف پاربتي پور (ضلع سلطان پور) جي پارٽيءَ جا اسيمبليءَ ۾ ڪل 173 ميمبر آهن."

منصور وري اڳتي پڙهيو، جتي وزيرن جي هڪ ٻئي تي تنقيد، بليڪ مارڪيٽنگ، رشوت، ذات پرستي، صوبہ پرستي ۽ فرقہ پرستي جي جي سلسلي ۾ مطالبا ۽ ٻيا معاملا لکيل هئا. هڪ هيڊنگ تي هن جي نظر بيهجي وئي، جيڪا اهم پئي لڳي.

• ڪامريڊ آنند موهن گهوش جو لوڪ سڀا ۾ سوال...(دهلي 12 مئي) لوڪ سڀا ۾ بحث دوران ڪميونسٽ ميمبر ڪامريڊ آنند موهن گهوش....

"هيلو...ڇا تي رهيو آهي؟" ايتري ۾ ثريا پنيان اچي آواز ڏنو.

"هيلو ثريا." منصور اخبار بند ڪندي پاسو ورائي چيو.

"معاف ڪجو، مونکي دير ٿي وئي." ثريا مرڪندي چيو. هن سان گڏ عابد انصاري بہ هو، جيڪو منصور جي مخالف اخبار جو چيف رپورٽر هو. انهن ٻنهي ۾ سٺي دوستي هئي. پر خبرن جي ڊڪ ڊوڙ ۾ ٻئي هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. (مان عابد کي پنهنجي هڪ يادگار ڊيڪارڊ وٺي وئي هيس. ان ۾ ڪال لڳي ويو." ثريا چيو.

"جيڪا تون ايئرپورٽ تي ناهي رهي آهين؟" منصور پڇيو.

"نہ، جمشيد هائوس جي اڱڻ ۾." ثريا جواب ڏنو.

"اڇا جمشيد هائوس جي ان نئين بنگلي ۾ اتي ڪيئي آرٽسٽ ڪم پيا ڪن."

"جو تہ جمشيد علي، پيسا پاڻيءَ وانگر وهائي ٿو." عابد انصاريءَ چيو.

"مان فوٽوگرافر وٺي ٿو هلان تہ جيئن يادگار جي تصوير منهنجن مختلف مضمونن سان گڏ ڇپجي وڃي." منصور

احمد چيو.

"قلبي الحال رهڻ ڏي. اچا تہ ان ۾ هاٿيءَ جو سوندڀ ناهڻو آهي." ثريا جواب ڏنو. "جڏهن آخري تقريب ٿئي تہ ان وقت ڏسي ونجان."

"چڱو، تون هلي ماني گهراءِ، مان هڪ ضروري نوٽ لکي بس اچهو ٿو اچان."

"جلدي ڪجانءِ." ثريا ڪاڏي واري ميز ڏانهن ويندي چيو.

منصور ڏاڍي تيزيءَ سان پارٽ بابت مختلف مضمونن تي نوٽنگ مڪمل ڪئي ۽ ٽائپ رائيٽر تي بيو ڪاغذ چاڙهيو ۽ تيزيءَ سان ٽائيپ ڪرڻ شروع ڪئي تہ....

"ڪراچيءَ جي آرٽسٽ برادريءَ ۾ مس ثريا حسين ڪنهن بہ تعارف جي محتاج ناهي. مس حسين، جيڪا اترپرديش (پارت) جي هڪ تعلقي دار جي ڌيءَ آهي، مسوري ڪانووينٽ ۾ تعليم حاصل ڪئي اٿس ۽ ان ڪانپوءِ شانتي نڪيتن ۾ ....."

****

پي. اي. سي. ايچ. اي. جي هڪ ڊگهي ۽ پٽريلي سڙڪ تي بيشمار موٽرون بيٺيون هيون ۽ معزز مهمان لهي اندر وڃي رهيا هئا. ڪراچيءَ جي مشهور واپاري جمشيد علي سيد پنهنجي نئين بنگلي جي مڪمل ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ شهر جي انڪل سيني وڏن ماڻهن کي دعوت ڏني هئي هئي. بنگلي جي لائونج ۾ ڊگهي ۽ سرسبز لان جو منظر هڪ سينيما اسڪوپ جي پڙدي وانگر نظر اچي رهيو هو.

وڻن تي لٽڪيل چمڪدار ننڍڙن بلبن جي روشني ڪنڊن ۾ رکيل خوبصورت گل، ڇپر تي وڇايل خوبصورت صوفا سيٽ، ڪاڏي سان پريل ميزن جون قطارون، اڇا ڪپڙا پاتل بيرا، سائيڊ ۾ رکيل قيمتي سگريٽن جا دٻا، سفارت خانن جا ماڻهو، هندستاني ساڙهيون پاتل دلفريب عورتون، عطر جي خوشبوءِ، شراب جون بوتلون، هتي هتي وڪريل صحافين جا ٽولا، ڪيمرا ڪنيو گهمندڙ فوٽوگرافر، وقفي وقفي سان چمڪندڙ فليش بلب، وڏا وڏا ڪاروباري، ملن جا مالڪ، وڏا سرڪار آفيسر ۽ وزير، سفير ۽ سيڪريٽري ۽ پريس اتاشي موجود هئا. اسٽيج تي ميوزڪ ڊرم وڄايا پئي ويا ۽ ڪجهہ جوڙا ڊانس ۾ مشغول هئا. شراب پاڻيءَ وانگر هلي رهي هئي. بنگلي جي ٻي منزل تي راڪ اينڊ رول جو شور متل هو. جتي فيري، پنهنجي عمر جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان گڏ هل هنگامو مچائي رهي هئي. هيٺ عاليہ سيد، سفيد ساڙهي پايو، ڳچيءَ ۾ سچن موتين جي هڪ لڙي پائي ميزبانيءَ جا فرض سنڀالي رهي هئي. اختر علي سوٽ پايو، هڪ ڪنڊ ۾ بيهي سگار پي رهيو هو. جمشيد جا ٻئي پائر آمريڪا جي

ننڍي عمر وارين ڇوڪرين جي ٽولي ۾ بيهي ٺهڪ ڏئي رهيا هئا.

لائونج جي اندر ڪجهہ مهمان تصوير ويجهو بيهي هڪ ٻئي سان ڳالهائي رهيا هئا. ثريا حسين، جنهن فرانسيسي سيفون ڪپڙي جي ساڙهہ پاتي آئي هئي، جنهن تي وڏن وڏن ڳاڙهن گلن جا ڇاپا هئا. هوءَ هڪ پاسي بيهي مداحن سان ڳالهائي رهي هئي. هن جا وار نئين فيشن مطابق ڪٽيل هئا ۽ هن موزٽيل فائيو واري خوشبو لڳائي هئي ۽ هن جي بلائوزر جي تراش ۽ هن جي سڄي ٻني اگهاڙي هئي ۽ بلڪل واضع نظر پئي آئي.

"مس حسين! مان اها ڳالهہ بلڪل اعتماد سان چئي سگهان ٿو تہ اوهان جي ناهيل شهپارن ۾ هاڻي قومي ڪردار ۽ قومي نموني جي جهلڪ نظر اچڻ لڳي آهي. " آرٽ جي هڪ مشهور نقاد هن کي چيو.

"پاڪستان آرٽ جو مستقبل هاڻي صرف اسانجي نئين نسل جي هٿ ۾ آهي. اوهانجي پيرس واري دور جي تصويرن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اوهان پنهنجي تهذيبي ورثي طرف وڃي رهيون آهيون." ٻئي ماهر چيو.

هڪ ٿلهو صحافي، جيڪو شڪل ۾ ٿورو بيوقوف ٿي لڳو، نظر واري عينڪ چڱيءَ طرح ڄمائي ۽ ۽ اکيون ڦاڙي تصوير کي ڏٺو. "اهڙا هاڻي تہ هندستان ۾ بہ ڏاڍا گهٽا هوندا آهن." هن حيرت سان چيو.

بيرو شراب جون بوتلون ۽ جام هڪ ٽري ۾ رکي انهن ڏانهن آيو. اهي سڀ جام هٿ ۾ کڻي وري تصوير جي باري ۾ ڳالهائڻ لڳا.

"ثريا." ٻئي طرف کان ڪنهن آواز ڏنو. "توکي جمشيد ڳولهيندو پيو وتي."

هوءَ لائونج ۾ گڏ ٿيل مهمانن کان معذرت ڪري ٻاهر لان ۾ وئي ۽ سامهون هڪ سونهري وارن واري سنهري ڇوڪريءَ کي ڏٺائين. اها ڇوڪري جهرمر ڪنڊڙ ستارن واري گلابي ساڙهي پاتي هئي. وارن جو چوٽو مٿي تي ناهيو هئائين. جنهن ڪري هوءَ ڊگهي نظر پئي آئي. پنبڙين تي هلڪي نيري رنگ جو روغن ۽ چپن تي گهري گلابي رنگ جو ميڪ اپ بيحد نفيس ۽ مڪمل پئي لڳو. اها ڇوڪري ويجهو اچي وئي.

اهي ٻئي اتي ئي هڪ ٻئي جي سامهون ڄمي ويون. ڪيترائي سيڪنڊ گذري ويا. اهي ٻئي هڪ ٻئي کي ڏسنديون رهيون.

"ننيڙي ميم....تون ئي آهين نہ!؟"

هن ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو.

"او هيلو ثريا!" ڪنهن مهمان ويجهو ايندي گرمجوشيءَ سان چيو. "اوهانکي ڏني ڏينهن ٿيان آهن ۽ فون

ڪري ڪري تنگ ٿي ويو آهيان. اوهان آخر ڪٿي هونديون آهيو؟"

"هائوسنگ سوسائٽي." ثريا ساڳئي آواز ۾ جواب ڏنو. جيڪو هن نہ سمجهيو. وري هن ورجايو. "هائوسنگ سوسائٽي."

"اڃا نيڪ آهي، مان سياڻي شام جو عاليہ سان گڏ ايندس."

ائين چئي هو ماڻهن جي هجوم ۾ گم ٿي ويو.

پويان جمشيد اچي ثريا جي ڪنڌ تي هٿ رکيو. هن جي ٻئي هٿ ۾ ڪاڪ ٽيل جو گلاس هو.

"جانِ من!" هن ٿورو جهومندي چيو. "جانِ من! گهڻي گهڻي ۽ صحرا صحرا ۾ توکي ڳولهي ڇڪو آهيان. ڪٿي هئينءَ، اڙي توهان ٻئي ائين چو چپ چاپ بيٺيون آهين. ڇا توهانجو هڪ ٻئي سان تعارف ڪونهي...ثريا...هيءَ آهي سلميٰ مرزا. منهنجي محنتي ۽ باصلاحيت سيڪريٽري. هل جانِ من تہ نچون."

جمشيد گلاس پاسي تي رکيو ۽ ثريا کي ڇڪيندو اسٽيج تي وٺي هليو ۽ اتي ٻئي رقص ڪندڙ جوڙن ۾ گم ٿي ويا.

ڊانس بئنڊ جي ڌن تيز ٿي وئي. سلميٰ صوفا تي ويهي رهي. هن جي دل گهري ۽ اونداهي سمنڊ ۾ ٻڏي چڪي هئي. صوفا تي ويهي هوءَ ثريا ۽ جمشيد کي نچندي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندي رهي.

ثريا باجي هن دل ۾ چيو. ياءُ تنهنجي نالي جي تسبيح پڙهندي پڙهندي سالن جو قيد ڪاٽڻ لاءِ جيل هليو ويو ۽ جڏهن هو تنهائيءَ جي قيدخاني کان ٻاهر نڪرندو تہ هن جا وار اڇا ٿي چڪا هوندا ۽ هو ڪراڙو ٿي چڪو هوندو. پر منهنجو ياءُ ڪڏهن بہ پوڙهو ڪونہ ٿيندو. ڪڏهن بہ نااميد نہ ٿيندو. ڪڏهن بہ آڻ نہ مڃيندو. جڏهن تہ تو ثريا باجي ايتري آسانيءَ سان هار مڃي ورتي. اوهان، جنهن، ياءُ کي روشني ڏني هئي، دل ڏني هئي، همت ڏني هئي! هن اکيون بند ڪري ڇڏيون تہ جيئن ان پارٽيءَ جي ڪنهن منظر کي نہ ڏسي سگهي.

"هيلڙ" ڪنهن پنيان اچي هن جي ڪنڌ تي هٿ رکيو. هوءَ ڇرڪي سامهون ڪمپاس جو 55 سالن جو واپار جو وزير مسٽر اوبري بيٺل هو ۽ ڪلنڊي پنهنجا نقلي ڏند ڏيکاري رهيو هو ۽ سلميٰ جي ڊيوٽي هئي تہ ان کي انٽرٽين ڪري.

"اڙي تون صفا ڇري آهين، ڇا تون ڊانس نہ ڪندينءَ؟"

"جي نہ، مان هن وقت ڊانس نہ ڪنديس." سلميٰ ڏڪندڙ آواز ۾ چيو. "هن وقت مونکي معاف ڪجوُ."

"اڙي...اڙي....مونکي ٻڌاءِ ڇا ڳالهہ آهي، تنهنجي طبيعت خراب

آهي ڇا؟"

"مسٽر اوبري اهڙي بي تڪلف لهجي ۾ پڇيو، جيئن ماڻهو پنهنجين زالن سان ڳالهائيندا آهن." سلميٰ ڏکي وئي.

"اڇا هلو، هتي ڪيترائي ماڻهو اوهانجو انتظار پيا ڪن." هوءَ ڏڪندڙ ٽنگن سان اٿي ۽ دل ۾ چيائين، "ثريا باجي، مان اوهان سان ڪهڙي ڳالهه جي شڪايت ڪري سگهان ٿي. مان پاڻ هارائي چڪي آهيان."

هوءَ مسٽر اوبري سان گڏ سفيرن طرف هلي وئي.

رقص ڪان پوءِ جڏهن ثريا اسٽيج تان هيٺ لهي لان ۾ آئي ته هن هڪ وڻ جي هيٺان هڪ صوفا تي هن کي مسٽر اوبري سان گڏ ويٺل ڏٺو. هو جڏهن پيار سان سلميٰ کي گهوري رهيو هو، تڏهن هن جي چهري تي ثريا کي درگاڪنڊ جي نواب پوريءَ جو اکيون نظر آيون. ثريا ڏڄندي اکيون بند ڪري ڇڏيون. هي بيلجم ڪٽ گلاس ۽ فانوسن، اطالوي طرز تي نهيل النرا ماڊرن جمشيد هائوس نه هو. هي ضلعي ملڪان پور جي تعلقي درگاهه ڪنڊ جو اونداهي ڳڙهي هئي، جنهن ۾ خود بسنتي بيگم قيد هئي. پوءِ درگا ڪنڊ، جمشيد هائوس ۾ تبديل ٿي وئي. هن نظرون مٿي ڪنيون. سامهون جمشيد بيٺو هو.

"جانِ من!" هن سرور جي عالم ۾ چيو. "هن جامِ جمشيد جا جام ته پيءُ، جنهن جو نالو جمشيد هائوس آهي. هي منهنجو جام جهان آهي." هن چوڌطرف آڱر سان اشارو ڪندي چيو.

هن گلاس کنيو ۽ جام پري ثريا کي ڏنو.

"چيرز!"

"چيرز!"

پوءِ هو ثريا جي چوڏاري ٻانهن وڪوڙي ڊرائنگ روم جي طرف وٺي ويو. جنهن جي هڪ ڪنڊ ۾ جنگلي ۾ نهيل بار جي اسٽولن تي چار پرڏيهي ۽ ڏيهي واپاري ويٺا هئا. جمشيد ويٺو ۽ ثريا کي پرواري اسٽول تي ويهڻ جو اشارو ڪيائين.

گلاس ۾ تيز شراب وجهندي جمشيد انهن ماڻهن سان ڪاروباري ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون.

"جمشيد ڀاءُ، تون اسانکي اهو ٻڌاءِ ته لنڊن آفيس ڪان گهربل سامان جي لسٽ آئي يا نه؟" سيٺ عيسيٰ ڀائي گاسليٽ واري رڙ ڪندي پڇيو.

"اڇا ڪانه آئي آهي سيٺ صاحب." جمشيد لاپرواهيءَ سان جواب ڏنو ۽ ٻئي سيٺ سان ڳالهائڻ لڳو.

"ها ته جارج مان ڇا چئي رهيو هوس. ها...ته مون لنڊن مان درخواستون گهرايون آهن."

هاڻي مسٽر اوبري به اندر اچي ڳالهين ۾ شريڪ ٿي ويو. ثريا انهيءَ

ڪاروباري گفتگوءَ سان بور ٿيندي اسٽول تان لٿي ۽ هڪ ڪنڊ ۾ صوفي تي ويهي رهي.

اوچتو بار ۾ ويٺل ماڻهن ۾ جهيڙو شروع ٿي ويو. سيٺ عيسيٰ پائي، گلاس پٽ تي اڇلي جمشيد کي ڳتر ڪان ڪٽي جهليو. "سالا تو مونکي پنجن لکن جو دوکو ڏنو. مان توتي ڪيس ڪندس."

"وات بند ڪر هاٿي سيٺ!" جمشيد جوش ۾ ايندي چيو. "تون بس ڪر. بليڪ ميلر." سيٺ گجيو.

"او خدا جي واسطي هاٿي بس ڪريو." جارج آگر اپي ڪري رڙ ڪئي.

"سالا تون خان برادرز سان معاهدو ڪرين ٿو ۽ اسان سان دوکو ڪرين ٿو ۽ اسان سان پنجن لکن جو فراڊ ڪرين ٿو. موالي، چور!"

سيٺ عيسيٰ نشي جي حالت ۾ جمشيد کي نڪ ۾ زوردار مڪ هڻي ڪڍي ۽ هاٿا پائي شروع ٿي وئي ۽ اتي موجود بيا ماڻهو مزي سان اهو نظارو ڏسڻ لڳا. رڙيون ٻڌي سلميٰ اندر آئي. مسٽر پيٽرڪ ڊرائنگ روم جا سڀ اندريان در بند ڪري ڇڏيا.

ثريا جام رکيو ۽ اڪيون اڌ کولنيدي سلميٰ تي نظر وڌي ۽ هوءَ خاموشيءَ سان ثريا جي پاسي ۾ ويهي رهي.

هاٿا پائي ڪندي معزز مهمانن ٽي چار نعرا بلند ڪيا ۽ سيٺ عيسيٰ تي اڃا جنون سوار هو. هن جمشيد کي ٻڪ وجهي ٿونشا هنيا. جمشيد قالين تي ڪري پيو. ڪيترائي گلاس ڪري پيا. جمشيد جي منهن ۽ هٿن ۾ شيشا لڳي ويا ۽ رت وهڻ لڳو ۽ ثريا ۽ سلميٰ اطمينان سان ڪنڊ ۾ ويهي تماشو ڏسي رهيون هيون.

ٻاهر اسٽيج تي سڀ مهمانن ڪنهن نئين تيز رفتار آمريڪي ڌن تي رقص ڪري رهيا هئا ۽ ڊانس بينڊ زور سان وڄي رهيو هو. ڪجهه لمحن ڪانپوءِ ڌن تبديل ٿي ۽ آمريڪا جي جهنگل ۾ رهندڙن جي هڪ وحشي ڌن، ڊرم تي وڄائي وئي ۽ نچندڙ خوش ٿي تيز چڪر ڪاٽڻ لڳا.

اندر ڊرائينگ روم ۾ سيٺ عيسيٰ اڃا بڪ بڪ پئي ڪئي، "ڪوڙو...بي ايمان...چور." مسٽر پيٽرڪ هن جو نشو لاهڻ لاءِ پاڻيءَ جو جڳ هن جي مٿان هاريو. سيٺ عيسيٰ فرش تي ليٽي وري ورجائڻ لڳو.

"منهنجا پنج لک...پنج لک."

مسٽر پيٽرڪ باقي مهمانن لاءِ تازا گلاس ڀريا. اوچتو سيٺ عيسيٰ اٿيو ۽ چالاڪ ٻلي جيان جهٽڪو کائي جمشيد کي قابو ڪيو.

"چور." هو زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو.

"ثريا باجي...ثريا باجي...مسٽر عيسيٰ چور پڪڙيو آهي."
سلميٰ آهستي چيو ۽ هلڪو ٽهڪ ڏنو.

جمشيد، سيٺ جي قبضي مان جند ڇڏائي وري فرش تي ڪري پيو. ڪجهه دير لاءِ مڪمل خاموشي ڇانئجي وئي. مسٽر اوبري، سيٺ کي ڪمري کان ٻاهر گهلي ويو. جمشيد ٺونٺين جي زور تي قالين تان اٿيو ۽ رومال سان منهن ۽ هٿن جو رت صاف ڪرڻ لڳو. پوءِ بانبڙا پائيندو ڪتي وانگر هلندو ٻنهي ڇوڪرين ڏانهن آيو ۽ ڏاڍي خراب طريقي سان سڏڪا ڀري روئڻ لڳو ۽ پوءِ اٿي بيٺو ۽ سلميٰ کي جهڪي چيائين، "مان چور ناهيان. ثريا! هن کي ٻڌاءِ ته مان چور ناهيان. هن کي ٻڌاءِ ته جمشيد چور ناهي."

"سر توهان سچ پچ گهٽو پيتو آهي." سلميٰ بيزاريءَ مان منهن پٺتي ڪندي چيو.

پوءِ اوچتو هو ڳانو جهونگارڻ لڳو.

ثريا گهرو ساهه کنيو ۽ صوفا تان اٿي ۽ سلميٰ جي مدد سان هن کي وٺي صوفا تي ليٽايو. بيا مهمان به بار مان نڪري وڃي چڪا هئا.

جمشيد صوفا تي ليٽي ليٽي وري روئڻ شروع ڪيو.

"هاٿي ماٺ ڪر." ثريا هن کي سختيءَ سان دڙڪو ڏنو ۽ تورو اڳتي هڪ صوفا تي ويهي رهي.

"يس سر! آل رائيٽ سر!" جمشيد اٿي کيس سليوٽ ڪيو ۽ وري ليٽي پيو.

مسٽر پيٽرڪ ٽپال جو بنڊل کڻي اندر آيو.

"سر! شام جي ٽپال ۾ چٽاگانگ کان به ضروري ليٽر آيا آهن. تورا ڏسي وٺو."

"گيٽ آئوٽ!"

"سر! خان برادرز جي ايگريمينٽ، مسٽر جانسن جو ڪيس، موسٽ ارجنٽ." مسٽر پيٽرڪ چيو.

پر جمشيد صوفا تان اٿي وري جهونگارڻ شروع ڪيو.

سلميٰ هڪ ميز تي چڙهي ويٺي هئي ۽ گوڏن تي ڪنڌ رکي فرش کي گهوري رهي هئي. جمشيد برانگهون ڀري هن ڏانهن جهونگاريندو آيو. هن سلميٰ جي وارن تي پيار سان هٿ ڦيريو. سلميٰ ڪاوڙ مان ڪنڌ ڦيري ڇڏيو. هو ٽپو ڏئي ميز تي ويٺو ۽ سامهون ويهي جهونگارڻ لڳو.

"ثريا باجي!" سلميٰ ميز تان لهندي آواز ڏنو.

ثريا، جيڪا صوفا تي غنودگيءَ ۾ هئي، هن هڪ اک کولي. ثريا کي ڏسي جمشيد اڳر متي ڪئي، "ثريا تون ڪٿي آهين؟"

مسٽر پيٽرڪ بيهر ڳالهايو،

"خيال سر!"

"آل رائٽ....آل رائٽ، يو بليڪ مين، نوڪر جا چاڪر، ايگزيمينٽ ڪي گولي مار ۽ ڏس تو منهنجو گهڻو وقت خراب ڪيو تہ توکي زمين تان هٽائي ڇڏيندس."

ائين چئي هن ڪاروباري خط کوليا. مسٽر پيٽرڪ ڪيس پين ڏني. هن خطن تي مٿاڇري نظر وڌي. اڪ بند ڪري هڪ فارم تي صحيح ڪئي ۽ ڪاغذ زمين تي ڦٽي ڪري ڇڏيا. مسٽر پيٽرڪ اڳتي وڌي انهن ڪي ڪنيو ۽ هڪ لفافو پيش ڪيو. جنهن تي هندستان جي ٽڪيٽ ۽ ٺپو لڳل هو. ان ڪانپوءِ مسٽر پيٽرڪ ٻاهر هليو ويو. جمشيد لفافو کوليو ۽ خط تي نظر وڌي ۽ پوءِ هن دماغ تي زور ڏنو ۽ اکيون کولي پڙهڻ شروع ڪيو. لکيل هو:

"14 جون 1961ع واضع رهي تہ تاريخ 12 جون، جمعي ڏينهن رات جو ڏهين بجي نورچشمي منظورالنساءِ رب جي رضا سان وفات ڪري وئي.

مرحومہ ڪي درگاه شريف جي قبرستان ۾ پائي صاحب جي پاسي ۾ دفنايو ويو.

مرحومہ مرندي وقت توکي معاف ڪيو. تنهنجو خدا تہ توکي معاف فرمائي. دعاگو تنهنجو چاچو سيد مظهر علي."

جمشيد خط پڪوڙيو ۽ ڪاغذ مروڙڻ شروع ڪيو ۽ خط ٻيهر ٻيهر پڙهيو ۽ ماٺ ڪري ويهي رهيو.

ثريا ۽ سلميٰ صوفا تي هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾ ڪنڌ رکي سمهي چڪيون هيون. ٻاهر رقص ختم ٿي چڪو هو ۽ مهمانن جي رش گهٽجڻ لڳي هئي.

ڪمري ۾ قبرستان جهڙي خاموشي ڦهلجي وئي. هوڏانهن سنسان درگاه ۾ تاڪ هوا جي زور سان ڪڙڪو ڪرڻ لڳا، "اي منهنجا رب! تون سچن عاشقن ڪي ڏاڍي وڏي ملڪيت عطا ڪرين ٿو. صبر جي ملڪيت." سيد منور علي هيٺ وچايل ڪپڙو چنڊيو. نارنگي ڪفني ڪنئي ۽ خالي حجري مان جهاتي پاتي ۽ جتي پائي نڪ نڪ ڪندو ڏاڪا لهي وري پنهنجي قبر ۾ هليو ويو. هوا ڪپهہ جي ٻوٽن مان زور زور سان لنگهندي آواز ڪرڻ لڳي. ڏاڍي تڏي هوا ۽ پوءِ مينهن وسڻ شروع ٿي ويو ۽ ڪچي قبر، پاڻيءَ ۾ پچڻ لڳي....ڪڪر هٽي ويا، چنڊ نڪري آيو. ڳاڙهسري آسمان مان سج بہ لهي چڪو هو ۽ چنڊ وري نڪري آيو...."ڪنوار جي قبر آهي، هن تي رات جو چنبيلي ڏاڍي مهڪندي آهي." هڪ ٻڪراڙ عورت چيو ۽ هيڏانهن جمشيد زور سان سڏڪو ڀريو.

"منهنجو نشو اجا ناهي لٿو."

ثريا اک کولي ڏٺو ۽ وري سمهي پئي.

عابد انصاري تيزيءَ سان

ڏاڪا لهندو، سهڪندو لائونج ۾ آيو.
"منصور.....منصور!" هن آواز ڏنو.
منصور هڪ هٿ ۾ شراب جو گلاس کنيو ۽ ٻئي هٿ سان ٽيليفون رسيور کنيو. جمشيد هو، عابد، هن ڄي ويجهو وڃي چوڌاري نهاريو ۽ آهستي چيو، "منصور! هڪ زبردست خبر ملي آهي."
منصور ڪنڌ مٿي ڪٽي هن کي ڏٺو ۽ رسيور کي هٿ سان ڍڪي آهستي وراڻيو، "مونکي معلوم ٿي چڪو آهي."
هن رسيور هڪ منٽ لاءِ سنڀاليو ۽ واپس رکي، فرش تي ويهي رهيو.
لائونج خالي پيو هو. عابد ٽيليفون طرف وڌيو.
"بيڪار آهي." منصور هٿ وڌائي هن کي روڪيو.
"پوليس جو چوڻ آهي ته هن خودڪشي ڪئي آهي ۽ جيل عملدارن جو بيان آهي ته پوليس هن کي ٽرڊ ڊگري...."
عابد هوشيار ٿيندي چوڌاري ڏٺو ۽ ماٺ ٿي ويو. ڊرائنگ روم جي در جو تاڪ آهستي کليو. لائونج ۾ ستل ثريا آواز ٻڌي جاڳي پئي. هن دريءَ جو تاڪ کولي ٻاهر ڏٺو.
"هيلو....منصور...عابد...توهان ٻنا جي پيا سس پس ڪريو؟"
ائين چئي هن تاڪ بند ڪيو ۽ وري ٻاهر سمهي پئي.
لائونج ۾ عابد ۽ منصور، فرش تي خاموشيءَ سان پنڌرنهن ويهه منٽ ويٺا رهيا.
ڪافي دير ڪانپوءِ منصور آهستي چيو، "هن ڪيئن پنهنجي جان ڏني؟"
عابد واچ تي نظر وڌي ۽ اتي ويهي رهيو.
"مان پريس وڃان پيو."
"اها خبر ڇاپڻ تي چوويهن ڪلاڪن تائين پابندي آهي. ويهي رهه."
منصور جواب ڏنو ۽ هٿ وڌائي هن کي فرش تي ويهاريو. ويجهو ميز تي رکيل شراب جي بوتل مان گلاس پريو ۽ جلدي گلاس ختم ڪيو ۽ عابد پڻ گلاس پري پيئڻ شروع ڪيو. هو پوءِ پڳهر ۾ شل ٿي ويو.
"مان وڃان ٿو، هيءَ منهنجي لاءِ وڏي خبر آهي." هن وري چيو. منصور ڪنڌ جهڪائي شراب کي غور سان ڏٺو ۽ آهستي چيو، "اڙي! خبر منهنجي لاءِ به اهم آهي."
"هيءَ رات...هيءَ رات...ڏاڍي دردناڪ آهي."
عابد سڏڪا پريندي آه ڪئي.
ٻئي ڄڻا وري خاموش ٿي ويا.
عابد ٻيو گلاس پيئڻ لڳو.

"اسان جيڪي اونداهي راتين ۾ ماريا وياسين. " هن وري ڏک مان پڪار ڪئي.

هڪ دفعو ٻيهر خاموشي ٿي وئي ۽ صرف ڀت تي لڳل گهڙيال جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. اڌ ڪلاڪ وري گذري ويو.

"ڪنهن ڪيو؟" منصور وري سوال ڪرڻ چاهيو، پر چوڌطرف نگاهه گهمائي وري ماٺ ٿي ويو.

"ڪنهن به." عابد ڳيت ڏيندي ٿوري دير ڪانپوءِ ورجايو.

ڪجهه انگريزي ڇوڪريون، کلنديون هنن جي سامهون گذري عاليه جي ڊريسنگ روم طرف هلي ويون.

"هي ڇوڪرين جو خوبصورت ٽولو، آرس پڄندي گذري ويو." عابد چيو.

انڌيري رات هئي...پر هو هليون ويون." منصور به سر ملايو.

"جيلَ انتظاميه جو بيان آهي ته هن جي هٿ ۾ ڪوڪا هنيا ويا...." عابد چيو.

بيرو ڇلڪندڙ، ڳاڙهن جامن ۾ شراب کڻي انهن وٽ آيو. هنن خالي گلاس اتي رکيا، پريل جام کڻي ورتا.

"اي منهنجا رب! تون عاشقن کي صبر جي ايتري ڊگهي ملڪيت عطا ڪندو آهين." ڊرائنگ روم مان جمشيد جو آواز آيو. جيڪو صوفا تي ويهي هوا ۾ هٿ لهرائي رهيو هو.

"هيءُ شام تڪ جو اولڙو آهي. هڪ للڪار ته اسين ڪنهن کي ڇيپاڻي نه ڇڏيون....." منصور ٻڪ ٻڪ ڪندي هڪ ٻيو جام خالي ڪندي چيو. "ٻڌاءِ مسٽر عابد انصاري؟"

"ها ها....وڏندو هل. ڇيپاڻي ڇڏ." هن به ساٿس ساڳي ٻڪواس ۾ حصو ورتو.

"ڪچلي وٺ......هي خزان جو گوئنج آهي، هيءُ لاش."

هي موت جو سمو گهڻو دير کان ڊيڄاري رهيو آهي ۽ رات جي خون ۾ آهي منهنجي خون جي خوشبوءِ."

"خوشبوءِ؟" هو زور سان گجيو. عابد ايو ٿي ويو ۽ ان کان به وڌيڪ زور سان چيو.

"هيءُ منهنجي خبر آهي....مان چوان ٿو، هيءُ منهنجي ڪيريئر جي سڀ کان وڏي خبر آهي."

هو هيٺ لهي ڇپر ۽ گلن جي ڪونڊين تان ٽپندو، ڪرسين سان ٽڪرائيندو، تيزيءَ سان ڦاٽڪ وٽ پهتو ۽ ثريا جي ويگن ۾ ويهي تيزيءَ سان پنهنجي اخبار جي آفيس طرف روانو ٿي ويو.

منصور هن کي ڏٺو ۽ ڪنڌ ڌوڻيندي چيو. "عابد ميان، مان تنهنجي پهچڻ کان پهرين ئي اخبار جي دفتر ۾ فون ڪري چڪو آهيان.

ان ڪانپوءِ هن بہ ٽپو ڏنو ۽ تيزيءَ سان ٻاهر نڪري اوندهہ ۾ غائب ٿي ويو.

ثريا جاڳڻ ڪانپوءِ اڪيون مهينون ۽ سلميٰ کي ڪلهي کان لوڏيو.

"اٿ سلميٰ! ڇا سڄي رات هتي ٿي سمهڻ جو ارادو آهي؟"

"مونکي سمهڻ ڏي ثريا باجي. مان ڏاڍي ٿڪجي پئي آهيان." سلميٰ پاسو ورائيندي چيو.

جمشيد صوفا تان لهي لڏندو لمندو ڇوڪرين ڏانهن آيو ۽ سلميٰ جي چهري تي چهرو رکندي پڇيو.

"ٺورو اهو تہ ٻڌاءِ جان من تہ ثريا، تنهنجي باجي ڪيئن آهي؟ ڪٿي آهي؟"

سلميٰ ٻڙٻڙ ڪندي اٿي ويٺي ۽ جمشيد کي پوريءَ قوت سان پوئتي ڌڪو ڏيندي، نفرت سان چيائين، "هٽي پري ٿيءُ ڊرٽي ڊاگ."

"ڇا چيئي؟ مان ڊرٽي ڊاگ آهيان ۽ تو....تون ڇا آهين، ڊرٽي بلڊي بچ!"

ثريا صفا ٽانڊو ٿي وئي ۽ هن جمشيد کي منهن ۾ پوري طاقت سان ٺونشو هڻي ڪڍيو.

"جمشيد علي سيد! تون ڪيتري بہ نشي ۾ ڇو نہ هجين، پر تو منهنجي سامهون سلميٰ جي بيعزتي ڪئي تہ مان تنهنجا ڏند ڀڃي ڇڏينديس.

تنهنجو خون ڪري ڇڏينديس."

"آها، ها ها....هڪ نہ پر بہ....اڄ جي رات...اڄ جي رات....ڪيڏو نہ مزو آ...ءِ قالين تي ٺهڪو ڪري ڪريو.

سلميٰ صفا ڏڪي رهي هئي.

هوءَ ثريا کي چنبڙي وئي. ڄڻ هن وٽ پناهہ وٺندي هجي.

ثريا جهٽڪي سان هوش ۾ اچي وئي ۽ هن آهستي جمشيد سان مخاطب ٿيندي چيو، "جمشيد، سلميٰ تنهنجي آفيس ۾ ڇئن مهينن کان ڪم ڪري رهي آهي. پر توکي اها خبر نہ آهي تہ هوءَ ڪير آهي ۽ ڪنهنجي ڌيءَ آهي؟"

"مونکي موصوفہ جو شجرو ۽ تاريخ معلوم ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت ڪانهي. هن جي ذاتي فائيل کي منهنجو وزير باتدبير مسٽر پيٽرڪ ئي سيٽ ڪندو آهي. بس منهنجو تہ ان ڳالهہ سان واسطو آهي تہ هوءَ منهنجي ملازم آهي ۽ پنهنجن گراهڪن جي محبوبہ..." هن وري جهونگارڻ شروع ڪيو.

ثريا ڪاوڙ ۾ اچي وري ٽي چار وڏيڪ ٺٺڙون ڪيس وهائي ڪڍيون ۽ هن پنهنجو چهرو ٻانهن ۾ لڪائيندي ثريا جا هٿ روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. سلميٰ ڏڪندي ثريا کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو.

"ثريا باجي...خدا جي واسطي بس ڪر....ثريا باجي..."

ثريا وري ڇيتي وانگر وڏي

شروع ڪئي.
"منهنجو سڀ کان وڏو محسن منصور احمد خان آهي ۽ منهنجي آخري پناهه جي جاءِ سئٽزرلينڊ جون اهي بئنڪون آهن، جن ۾ تنهنجي دولت جمع ٿيل آهي. اڄ تنهنجي سوئيس اڪائونٽ جو جام پيئون."

هنن بيهر گلاس ٽڪرايا. ثريا ٻه سال پيرس ۾ رهندي ڪڏهن ايترو شراب نه پيتو هو، جيترو هوءَ شام کان هيل تائين پي چڪي هئي.

جمشيد حيرانيءَ مان سلميٰ کي ڏٺو. جيڪا ٻارن وانگر پنهنجون اکيون مهٽي رهي هئي ۽ ثريا جي ساڙهيءَ جو پلئه پڪڙي هن جي اوٽ ۾ ڊنل ڊنل بيٺي هئي. جمشيد کي ياد اچي ويو. جڏهن انب جي باغ ۾ روشن خيمن جي اندر هڪ ننڍڙي ڇوڪري ڇٽي سنيالي، معصوم آواز ۾ "ٿينڪ يو" چوندي هجي.

ڪمري ۾ هاڻ ڏاريندڙ خاموشي ڇانئجي وئي. ٻئي قسمت ماريون بي سهارا ڇوڪريون محمد گنج جي مندر جي سيتا جي مورت جيان هن جي سامهون ويٺيون هيون. هو انهن جي سامهون گوڏا کوڙي جهڪيو ۽ آهستي آهستي چيائين، "منهنجي منظوران مرڻ کان پهرين مونکي معاف ڪري ڇڏيو... ثريا.... سلميٰ، توهان ٻئي به مونکي معاف ڪجؤ."

ٻي منزل تان رات جي گهري سناٽي ۾ هڪ گاني جو آواز آيو. مٿي اڄا پارٽي جاري هئي ۽ فيريءَ جي ڪنهن بواءِ فرينڊ وري ٽيپ رڪارڊ آن ڪيو هو.

جمشيد جلدي پنهنجي جڳهه تان اٿيو ۽ اڱڻ تي وڃي وڏي زور سان رڙ ڪيائين:

"اي ڇوري فيري! ٽيپ بند ڪر." هن اهڙي ته رڙ ڪئي جو سڄي جمشيد هائوس ۾ هن جو آواز گونجڻ لڳو. فيري گهٻرائجي مٿان جهاتي پائي ڏٺو. ڊيڊيءَ جو آواز ۽ ان لهجو ٻڌي هن کي ڏاڍي حيرت ٿي. ڊيڊي اڄ تائين اهڙي ڇٽڪي انداز ۾ ڪڏهن به ڪونه پڪاريو هو.

هو وري اچي فرش تي ويهي رهيو.

گهڙيال رات جا ٻه وڄڻ جو احساس ڏياريو. ثريا اکيون بند ڪري ڇڏيون. آهستي آهستي چيو، "سلمان...سلمان...تون به مونکي معاف ڪجانءِ. تون جتي به آهين ۽ جنهن به حالت ۾ آهين، مونکي معاف ڪر..مونکي معاف ڪر. مونکي ائين مرڻ نه ڏي. سلمان....سلمان."

ڪمري ۾ وري قبرستان جهڙي خاموشي ڇانئجي وئي. جمشيد هٿن ۾ ڪنڌ جهلي ساڳيءَ طرح ويٺو رهيو. ڄڻ ڪو گورڪن هجي ۽ ڪيترائي لاش دفن ڪري ساهي پٽيندو هجي.

هن گلاس ۾ بچيل شراب ختم

جمشيد جي سامهون بيهي رهي.
"ثريا جو خطرناڪ ارادو ڏسي هو ڊڄي ويو.
"ڊارلنگ مونکي نہ مار. مونکي تڙي نہ ڏي." هن هٿ ٻڌي چيو.
ٻچري ۾ قيد شينهڻ وانگر چوڏاري ڦيرو ڏئي ثريا چوڻ شروع ڪيو.
"جمشيد علي سيد....اڄ پهريون ڀيرو منهنجي ملاقات، ڪاڏي جي ميز تي تنهنجي پيءُ سان ٿي ۽ مون هن کي سڃاڻي ورتو. محمد گنج ۾ بابا سان ملڻ لاءِ اڪثر هو اسانجي گهر ايندو رهندو هو."
جمشيد جو رنگ ڦڪو ٿيندي ڏسي هن ٽهڪ ڏنو.
"جمشيد ڊارلنگ، مان ڪنهن تعلقيدار جي ڌيءُ نہ آهيان. مون ڪنهن مسوري ڪانوينٽ ۾ تعليم ناهي پرائي. مون ڪنهن شانتي نڪيتن جي شڪل ناهي ڏٺي. مان سيد زوار حسين مرحوم نوح خوان هاري، رهندڙ محمد گنج، ضلعو سلطان پور جي ڌيءُ آهيان. تون ڪانپور جي ڪنهن وڪيل جو پٽ نہ آهين. تون سيد مظهر علي هاري موضوع محمد گنج تعلقو سلطان پور جو پائيٽيو آهين ۽ تو ڪنهن بہ ڪرنل برائون اسڪول مان تعليم حاصل ناهي ڪئي. تون ۽ مان پنهنجي پبلڪ رليشنز ايڪسپرٽ مسٽر منصور احمد خان جا تخليق ڪيل فرضي ڪردار آهيون....زنده باد.
مسٽر منصور احمدخان...منهنجي تڙي خشڪ ٿي رهي آهي."
هوءَ فرش تي ويهي رهي. جمشيد خاموشيءَ سان اٿيو ۽ بار مان ٻہ جام ڀري آيو.
"اڄ...اسان ٻئي پنهنجي عزيز پريس ايجنٽ منصور احمد جي صحت لاءِ جام نوش ڪريون."
ثريا وڏي سنجيدگيءَ سان پنهنجو گلاس جمشيد جي گلاس سان ٽڪرايو....جمشيد حيرت زده ٿيندي هن کي ڏٺو.
"بوٽا بيگم جي ڌيءُ....بسنتي بيگم!"
۽ ثريا وري چوڻ لڳي،
"تنهنجي چاچي سيد مظهر عليءَ سر تي ڪفن ٻڌي پنهنجي آقا شمس آرا بيگم جي خلاف گواهي ڏني هئي. مونکي ميان نوروز جي چڪر مان ڇڏايو هو. هو منهنجو محسن هو. هو تنهنجي لاءِ هڪ فرشتو هو. پر تو ان کي بہ کوڙ سڃاتو ۽ ان جو قدر نہ ڪيو.
"سلميٰ جي پيءُ بابا قمرالدين احمد، مونکي سهارو ڏنو. هو منهنجو پيو محسن رهيو هو ۽ منهنجو ٽيون محسن....." هوءَ چوندي چوندي اوچتو رڪجي وئي. ڪجهہ لمحن ڪانپوءِ هن پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ ڳالهہ ٻيهر

ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجين اکين تي هٿ ڦيريو ۽ پوءِ دلسوز آواز ۾ آهستي آهستي آلاپڻ شروع ڪيائين:

جليو آهي لاش منهنجو، جدائيءَ جي باهه ۾

مدد لاءِ پهچ پرين، هاڻي ڪفن ۾ باهه لڳي.

پوءِ هن چيو، "بسنتي بيگم! توکي اسانجي ڳوٺ جو پانڌ ياد آهي، جيڪو اهو غمگين ڪلام ڳائيندو هو؟"

ثريا هن جي آڏو اوڪڙو ويٺي ۽ هن سان سر ملائڻ لڳي:

مدد لاءِ پهچ پرين، هاڻي ڪفن ۾ باهه لڳي.

ڪجهه دير ڪانپوءِ وري اوچتو هن رڙ ڪندي ورجايو، پوءِ وري ٻئي خاموش ٿي ويا. سلميٰ ماٺ ۾ ڪنڌ جهڪائي قالين کي گهوري رهي هئي ته....ثريا هڪ ئي ساهيءَ ۾ لڳاتار چوڻ شروع ڪيو، "هڪ پل به پري منهنجون اکيون نه ٿيون لڳن...پرين نه ٿيون لڳن، نه ٿيون لڳن...." سلميٰ گهبرائجي هن جي ڪنڌ تي هٿ رکيو.

"ثريا باجي...ثريا باجي....ليٽي هيءُ....پاڻي پي وٺ."

"مان بلڪل ٺيڪ آهيان سلميٰ." هن جواب ڏنو ۽ ساڙهيءَ جي پلئه سان پنهنجو لڙڪن هاڻو چهرو اگهيو، پر ڳوڙهن جو سيلاب هن جي اکين مان وهي آيو ۽ پوءِ هن آهستي سان ڳالهايو.

"جمشيد، مونکي پانڌ جو هڪ بيو به دلسوز گانو ياد آهي، ٻڌايانءِ؟...."

پوءِ هن دل کي ٽڪرا ڪرڻ جهڙي آواز ۾ الاپيو:

ڏينهن جو نه پئي اچين گجن، چا اچڻ لاءِ رات نه هئي.

نه مهندي تنهنجي پيرن ۾ هئي ۽ نه وري برسات هئي.

بيوفائيءَ ڪانسواءِ ڪا ڳالهه نه هئي.

سچ ته اهو، منظور ملاقات نه هئي.

هو ٽيئي چٽا خالي جامن، وڪريل بوتلن، فرش تي وهندڙ شراب ۽ ٽٽل گلاسن جي ڍير وٽ ڪنڌ جهڪائي ائين ويٺا هئا، چڻ دنيا جو خاتمو ٿي چڪو آهي ۽ اهي هن جلندڙ زمين جا آخري جاندار آهن.

ڌڙام سان دروازو کليو ۽ سيٺ عيسيٰ اندر داخل ٿيو ۽ هن اڳتي وڌي هڪ اسٽامپ پيپر جمشيد جي منهن سامهون لهرايو.

"چٽاگانگ کان ڪار اچي وئي آهي جمشيد ياءُ. هتي صحيح ڪر، مونکي گهر وڃڻو آهي."

جمشيد ڪنڌ ڪٽي ڪونه ڏنو. هن اکيون مهٽيون ۽ هن کي آهستي آهستي ياد اچڻ لڳو ته هو ڪير آهي. پوءِ اٿي ٻيهي رهيو. هن اکيون پوريءَ طرح کولي پنهنجو پاڻ تي نظر وڌي ۽ هن کي ياد آيو ته هو ڪير آهي.... هو مشهور

بزنس مين جمشيد علي سيد هو. اڄ شام جو هن جي شاندار بنگلي جي مهورتي تقريب ٿي هئي. هي بنگلو هن ساڍن ڇهن لکن ۾ ٺهرايو هو. هن جا سڀ ڪمرا ايئرڪنڊيشنڊ هئا. جيڪي هڪ ٻئي سان انٽرڪام وسيلي ڳنڍيل هئا. شهر جي بهترين شان شوڪت وارن خاندانن ۾ هن جو شمار ٿيندو هو ۽ اعليٰ طبقي جون ڪيترين بهترين ڪنوارين ڇوڪرين بيگم جمشيد ڇورائڻ جون خواهشمند هيون. اڄ به هن ڏهن لکن جو هڪ معاملو طئه ڪيو هو ۽ هن لاءِ مسٽر جانسن جي ليٽر جو هن کي جواب ڏيڻو هو. ان ڪانپوءِ چٽاگانگ ٽرنڪ ڪال ڪرڻ هئي ۽ ان ڪانپوءِ نئين معاهدي جيسلسلي ۾ هڪ جرمن فرم سان ڳالهه ٻولهه جي سلسلي ۾ ٽيهريءَ ڏاري هن کي يورپ وڃڻو هو. هن هڪ ڊگهو ساهه کنيو. سگريٽ دکايو ۽ سيٽ سان گڏ پنهنجي آفيس روانو ٿي ويو.

هاڻي رات جا ساڍا نَي وڳا هئا. مسٽر پيٽرڪ ڊرائنگ روم ۾ آيو ۽ هن سلميٰ کي چيو، "مسَ مرزا، باس توهان سان ملڻ ٿو چاهي."

سلميٰ قالين تان اٿي، بيگ مان آئينو ڪڍي چهرو صاف ڪيائين ۽ مضبوط قدم کڻندي آفيس واري ڪمري ۾ وئي.

"مس مرزا!"

"جي سرا!"

"اوهانکي آچر ڏينهن به ڊيوٽيءَ جي تڪليف ڏجي ٿي. سياڻي نائين وڳي مسٽر ولڪاڪس ۽ هن جو گروپ اچي رهيو آهي. ساڍي نائين بجي هو جاپان پهچي ويندا. صبح جو ايئرپورٽ تي هليا وڃجو. انهن لاءِ ميٽروپول ۾ ڪمرا بڪ ڪرائي ڇڏجو ۽ منجهند جو لنچ ڪارائي ڇڏجو."

باس نظرون هيٺ ڪندي ڪندي هن کي چيو، "مان پاڻ نه اچي سگهندس. ڇو ته سياڻي فلاءِ ڪرڻ کان پهرين مونکي ڪيترائي ڪم نبيرڻا آهن. سياڻي ڏهين بجي تائين ميٽرو پول پهچي وڃجو."

"يس سرا!" سلميٰ سڌو بيهي همٿ سان جواب ڏنو.

"گڊ نائيٽ"

"گڊ نائيٽ ... مسٽر پيٽرڪ...قادربخش کي چئه ته مس صاحبه کي گهر پهچائي اچي."

سلميٰ ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي.

مسٽر پيٽرڪ وري ڊرائنگ روم ۾ اچي ويو.

"مس حسين، مسٽر سيد اوهانکي سڏيو آهي."

ثريا قالين تان اٿي، بيگ مان آئينو ڪڍي چهرو صاف ڪيو ۽ مضبوط قدم کڻي آفيس ۾ وئي.

"ثريا." جمشيد نظرون مٿي

ڪٽڻ ڪانسواءِ چيو. "شام جو تنهنجي ٽڪيٽ بہ اچي وئي آهي. گهر وڃي پيڪنگ ڪر. سڀاڻي اڊائي وڳي ايئرپورٽ تي اچي وڃجانءِ. هينئر بناسر مان ليٽر آيو آهي. تنهنجي نمائش لاءِ هنن 18 جولاءِ کان انتظام ڪيو آهي. ايترو عرصو اسين جينوا ۾ رهنداسين. چڱو سڀاڻي ملاقات ٿيندي. گڊ نائيٽ ثريا."

"گڊ نائيٽ." هوءَ بہ ٻاهر هلي وئي. پر ڪجهہ منٽن ڪانپوءِ هن واپس اچي چيو تہ "منهنجي ڪار غائب آهي. شايد منصور يا عابد کڻي ويا آهن."

"مسٽر پيٽرڪ! فتح محمد کي چئہ تہ عاليہ بيبيءَ جي ڪار ۾ مس صاحبہ کي گهر پهچائي اچي."

"يس سر!"

****

ٻئي ڏينهن ٻاهرين ملڪن جي مهمانن سان منهن ڏيڻ ڪانپوءِ سلميٰ ميٽروپول جي دڪانن تان ڪافي سامان خريد ڪيو. قيمتي چاڪليٽ، ٽاءِ، بسڪوٽن جا دٻا، خشڪ ميون جا پاڪيٽ، سگريٽن جو پورو ڪارٽن، شيمپو جون شيشيون، مهانگي قيمت وارو شيونگ سوپ، ٽوٿ پيسٽ، بڪ اسٽال سان ڪيترائي ڪتاب ۽ تازا رسالا کڻي گهر آئي. ماءُ کي هڪ هڪ شيءِ ڏيکاري رات جو ماني کائڻ ڪانپوءِ سڀجي سامان جو پارسل ٺاهيائين ۽ پارسل سيرانديءَ کان رکي، ان تي هٿ رکي سمهي رهي.

هڪ صاحب جي ذريعي هر پندرنهن ڏينهن هڪ پارسل هوءَ سلمان کي موڪليندي هئي. جيڪو اهو شخص هن جي گهران کڻي ويندو هو. پر اڳئين ڀيري هن چيو هو تہ هن پيري هو پاڻ نہ اچي سگهندو ۽ سلميٰ هن کي چيو هو تہ هوءَ پاڻ ڪيس سامان پهچائي ڇڏيندي.

صبح جو هوءَ پارسل آفيس ويندي پارسل کڻي وئي ۽ پنهنجي ڪمري ۾ داخل ٿيندي ئي ان صاحب جو فون نمبر ڏسڻ لاءِ پنهنجي ڊائريڪٽري کولي تہ ايتري ۾ مسٽر پيٽرڪ اندر آيو ۽ هن هڪ لفافو ڪيس ڏنو.

"باس جو خط آهي." هن چيو ۽ ٻاهر هليو ويو. مس ڊي سوزا آئي، ڪجهہ ڪاغذ ڪرسيءَ تي رکيائين ۽ هلي وئي. هن دريءَ جي ويجهو وڃي لفافو کوليو.

"سلميٰ....ان رات انتهائي نشي ۽ اڌ ديوانگيءَ جي عالم ۾ مون جنهن طرح اوهان سان گستاخي ڪئي، ان لاءِ دل جي سچائيءَ سان معافيءَ جو طلبگار آهيان ۽ ڄاڻان ٿو تہ معاف ڪرڻ جو مستحق آهيان. منهنجي ذليل ٿيڻ جي باوجود اوهان جنهن بردباريءَ سان منهنجي حڪم جي تڪميل ڪئي ۽ معمول جيان پنهنجي ڊيوٽي نڀائي، ان رات جڏهن مان آفيس جي ميز تي ويهي اوهانکي ايئرپورٽ ۽ ميٽروپول وڃڻ لاءِ چئي رهيو هوس، ان وقت مان اوهانجي

باري ۾ هڪ اهم فيصلو ڪري چڪو هوس. اهو فيصلو اهو هو ته مان ان ملازمت، جيڪا اوهان جي وقار ۽ شرافت جي بلڪل ابتڙ آهي ۽ اوهانجي شخصيت جي بيعزتي آهي، تنهنڪري مان اوهان کي وڌيڪ وقت اهڙي تڪليف نه ٿو ڏئي سگهان. مونکي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته مان ڇا لکان ۽ ڪهڙن لفظن ۾ اوهانکي يقين ڏياريان ته منهنجي دل ۾ اوهان لاءِ ڪيتري عزت آهي ۽ جيڪو ڪجهه مان چوڻ چاهيان ٿو ته ان جي پاڻ ۾ همت نه پيو ساريان ۽ انهن لفظن جي تلاش ۾ آهيان. تنهنجي ذريعي اوهانجي دل کي ڪو ڏک رسائڻ کانسواءِ پنهنجي ڳالهه ڪري سگهان.

سلميٰ! گذريل رات مون گهٽو ئي لڪل سامان پنهنجي الماڙيءَ مان ڪڍيو. ان کي صاف ڪيو ۽ ان کي بيهر الماڙيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو. مون پنهنجي لاش جو خود پوسٽ مارٽم ڪيو ۽ ان کي زندگيءَ جي مرده خاني ۾ برف جي نادين هيٺان دبائي ڇڏيو ۽ اڄ مان اهو ئي جمشيد سيد آهيان، جنهن سان تون گذريل ڇئن مهينن کان واقف آهين. اوهانکي چڱيءَ ريت معلوم آهي ته مان انتهائي ذليل، بيرحم، خودغرض، ڪمينو ۽ مفاد پرست انسان آهيان. مان هڪ اهڙو ماڻهو آهيان، جنهن جي ويجهو ڪنهن به قسم جا قدر، شرافت، اصول وغيره نه آهن. پر ان رات جڏهن مونکي معلوم ٿيو ته اوهان مرحوم مرزا صاحب جي صاحبزادي آهيو ته منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي. اهڙيءَ طرح جو ذهني جهٽڪو لڳو. ان جو تعلق صرف منهنجي ڪاروباري حس ۽ منهنجي ڪميني پڻ سان آهي. اهو ذهني جهٽڪو اهو هو ته اوهان مرزا صاحب جي صاحبزادي آهيو، پر سلمان جي پيڻ به آهيو.

سلميٰ توکي هاڻي معلوم ٿي چڪو هوندو ته مان هڪ خودغرض انسان آهيان. منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڌيڪ اهم مشغلو منهنجو ذاتي مفاد آهي. اوهان اهو به ڄاڻو ٿيون ته منهنجو ڪاروبار خاص طرح غير ملڪي فرمن سان هوندو آهي. جڏهن انهن کي اهو معلوم ٿيندو ته منهنجي خاص سيڪريٽري ڪهڙي شخص جي سڳي پيڻ آهي ته اوهان پاڻ اندازو ڪيو ته ان جو اثر منهنجي ڪاروبار لاءِ ڪيڏو نه تباهي ڪندڙ هوندو.

ننيڙي ميم صاحب! مان اندورني طرح اوهان جي هر ممڪن طريقي سان مدد ۽ ساٿ ڏيندس. اهانجي ۽ اوهانجي والده صاحبه جي خدمت ڪرڻ منهنجو اولين فرض آهي. ننيڙي ميم! هاڻي مان اوهان سان هڪ بزرگ جي حيثيت ۾ ڪجهه ڳالهيون واضع ڪرڻ چاهيان ٿو. توکي خبر آهي ته دنيا ڏاڍي بري آهي. مان دنيا جو هڪ فرد آهيان. اوهانجي ڀاءُ سمجهوتو ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ان جي سزا ڀوڳي رهيو

آهيان. مونکي يقين ۽ اميد آهي تہ جلد
هن کي معلوم ٿي ويندو تہ هن جا ويچار
۽ هن جي انتها پسندي ۽ آئيڊيل ازم
بلڪل غلط آهي. اوهان حالتن ۽ پنهنجن
مجبورين ڪري منهنجي ذريعي دنيا سان
ڪنهن حد تائين سمجهوتو ڪري ڇڏيو.
جيئن ثريا منهنجي ذريعي دنيا سان
سمجهوتو ڪري پنهنجي جڳهہ ناهي
ورتي آهي. تنهنجو ياءُ بہ ضرور
سمجهہ تو تہ ڪرڻ جو آخري فيصلو
ڪ[illegible]ي ضرور ذهني ڪشمڪش مان
گذريو هوندو ۽ پوءِ هن کي معلوم ٿي
چڪو هوندو تہ اڄ دنيا هڪ عظيم الشان
بليڪ مارڪيٽ آهي. جتي ذهنن، دلين
۽ روحن جي اعليٰ پيماني تي خريد ۽
فروخت ٿيندي آهي. وڏا وڏا فنڪار ۽
دانشور مون ان چور بازار ۾ وڪرو ٿيندي
ڏٺا آهن. مان اڪثر انهن جو وڪرو
ڪندو آهيان.

مان توسان اهي سڀ ڳالهيون
ان لاءِ ڪري رهيو آهيان تہ تون ذهني
طرح وڏي ٿي وڃين ۽ زندگيءَ طرف
وڌيڪ تنهنجون خوشفهميون ختم ٿي
وڃن، نہ تہ توکي مرڻ تائين صدمن سان
منهن ڏيڻو پوندو. مان چاهيان ٿو تہ
زندگيءَ کان ڊڄڻ ڇڏي ڏين ۽ زندگيءَ جي
فريب جو ڪاروباري ۽ ڪميٽي پڻ جهڙن
هٿيارن سان مقابلو ڪرين. دنيا جا اڪثر
ماڻهو جهنگل جي قانون جي اثر هيٺ آهن
۽ اسانکي جهنگل جي قانون جو ساٿ
ڏيڻو آهي. مونکي چڱيءَ طرح اندازو هو
تہ تون پنهنجي ان ملازمت کان ڪيترو
ڊنل هئينءَ. مان چاهيان ٿو تہ تون زندگيءَ
جي ان خوف تي جلد کان جلد قابو ڪري
سگهين.

مان هيءُ خط ايئرپورٽ تان
لکي رهيو آهيان. مان ۽ ثريا مهيني جي
لاءِ يورپ وڃي رهيا آهيون ۽ اسان ٻنهي
جي خواهش آهي تہ واپسيءَ ۾ توکي
خوش ۽ خيريت سان ڏسون.

آخر ۾ منهنجو هڪ پيو
بزرگاڻو مشورو آهي تہ هاڻي توکي شادي
ڪرڻ گهرجي ۽ ان لحاظ کان اوهانجي
موجوده رهائش ڪري اوهانجي مستقبل
تي سٺو اثر ڪونہ پوندو. مان جينيوا مان
موٽندي ئي ڪوشش ڪندس تہ توکي
منهنجي آس پاس ڪو فليٽ مناسب
قيمت تي ملي وڃي تہ جيئن تون بہ
"هائوسنگ سوسائٽي" ۾ منتقل ٿي
وڃين.

والده محترمہ جي خدمت ۾
منهنجي طرفان آداب پيش ڪجانءِ ۽
منهنجون پرخلوص دعائون تو سان گڏ
آهن. يقين ڪر مان تنهنجو مخلص ۽ بي
لوث دوست رهندس."

سلميٰ جي هٿ مان خط ڪري
پيو. هيٺ ڪرسيءَ تي صبح جي اخبار
پيل هئي، جنهن جي پهرئين صفحي تي
سلمان جي موت جي خبر ڇپيل هئي.